# هوندا سي حيات




مصنف:-

ڪٿياط مولا بخش "منير"

# هونداسي حيات



از

كنتياط مولا بخش منير


تعداد هک هزار

قيمت:

دفعو پهريون

سال ۱۹۷۴

آئون هي ڪتاب پنهنجي محسن استاد جناب محمد اسماعيل مڱري صاحب جي نالي منسوب ٿو ڪريان، جنهن جي نصيحت ۽ ان لفظن منهنجي هر قدم تي رهنمائي ڪئي.

"مصنف"

# پيش لفظ

اسانجي سنڌ سونهاري ڪيترين ئي هستين کي جنم ڏنو آهي. جنهن ۾ ڪي فلاسفر، ڪي شاعر، ڪي عالم، ڪي قانوندان ڪي سياستدان ۽ ڪيترائي اديب، بيشمار ڪامل ۽ ڪرامتن جا صاحب جن جي جيتري ته اسين سندن ڳڻ ڳايون ٿا مگر سندن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪرڻ کان پوءِ به سندن مٽي مان ٿي لهي سندن آخري آرامگاهن تي ميلا ۽ عرس ٿين ٿا جنهن لاءِ ڀٽائي گهوٽ فرمايو آهي ته

ڪوڙين ڪن سلام      اچي آسڻ اڳي

اسانجي سنڌ سونهاري کي اسانجي محبوب قائد جناب قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽي صاحب تي ناز آهي، جنهن هن ڌرتي جو مان مٿي ڪيو آهي، ۽ دنيا کي اهو ميڙايو آهي ته سنڌ جو دماغ دنيا جي بهترين دماغن مان هڪ آهي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ويندي ڀٽي حڪومت لاءِ اهتر مسائل پيدا ڪري، ٿيا جيترا هن عوامي حڪومت ۾ ٿيا. مگر انهن سڀني مسئلن جو حل ۽ انهن کي سمجهائڻ هڪ وڏو تاريخي ڪارنامو آهي، ۽ اهوئي اسانجي قائد جناب ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جن جو تدبر ۽ ذهن آهي جنهن ڪئي ڳنڀير پيچيده کان پيچيده مسئلي جو حل ڪيو ۽ آن کي نبيرو، قائد عوام جو هر ڪو فيصلو دور رس ۽ سلجهيل هوندو آهي. اسانجي قائد اسان جي ملڪ لاءِ هن عوامي دور ۾ ڪيو آهي جو گذريل ٢٨ سالن ۾ نه ٿيو. جنهن لاءِ تاريخ گواهه آهي ۽ سندن هر ڪو ڪارنامو تاريخ جي

سونهري اکرن ۾ لکڻ لائق آهي هي عوامي دور اسان جي
پاڪستان جي تاريخ جو سونهري دور آهي. هن دور ۾ ڪيل
اصلاحات ملڪ جي تقدير بدلائي ڇڏي آهي ۽ اسان جي قائد
عوام هن ملڪ جو پاڻ دنيا جي ملڪن ۾ مٿي ڪيو
آهي، پاڪستان ۽ اسان جي قوم جو نالو مٿي ڪيو آهي، اسين
خوشحال آهيون، تنهن کان سواءِ اسين خوش نصيب آهيون
جو اسان کي اهڙو قائد مليو آهي. جنهن جون مدبرانه صلاحيتون
جفاڪشي، محنت، قرباني اسان لاءِ ۽ ايندڙ نسلن لاءِ مشعل
راهه بڻيل آهي.

اسان جي قائد جو هر ڪو ڪم مقدس تدبر کان ورتل
هوندو آهي، ۽ هر ڪو فيصلو مدبرانه ۽ منصفانه هوندو آهي
هن خداداد مملڪت اسلامي جمهوريه پاڪستان کي دنيا ۾
سرخرو ڪرڻ وارو قائد عوام ۽ فخر قائد عوام جناب ذوالفقار
علي ڀٽو صاحب آهي.

منهنجي دعا آهي ته خدا تعاليٰ کيس دراز عمر عطا
فرمائي. آمين

"ڪنهاڙ مولا بخش مهر"

# عرض حال

آئون ڪو اديب، عالم نه آهيان، مگر هي منهنجي ڀرپور ڪوشش آهي، انسان خطا جو پتلو آهي جيڪڏهن مون کان ڪا ڪوتاهي ٿي هجي ته انهن منهنجين غلطين کي نظر انداز ڪيو ويندو ۽ پنهنجي قيمتي راين سان مون کي نوازيو ويندو ته جيئن آئنده هلي آئون انهن ڪمين بيشين کي دور ڪريان

والسلام
ڪتياڻ مولا بخش "مجمر"

# عرض مصنف

اڄ هي ڪتاب لوهاڻا صاحبن جي خدمت ۾ پيش ڪندي مونکي حقيقي خوشي حاصل ٿي آهي، ڇا ڪاڻ جو هن ڪتاب لکڻ جي عظيم ذميداري مون پوري ڪئي آهي.

هن ڪتاب جي لکڻ ڪري مون ڇا ڇا نه سٺو، ٽوڪون، ٺٺولون طعنا ۽ مهڻا، تڪليفون، ڏک، سرديون ۽ گرميون سهڻ ۽ لڪون، در در ڀٽڪڻ، مگر اهي سڀ ڳالهيون سر تي سهي پنهنجي ارادي کي مضبوط ڪندي مون پنهنجي ڪوشش کي جاري رکيو، هن ڪم جي ڪن اصحابن آجيان ڪئي نه ڪن مرڳو دلشڪستو ڪيو ۽ واهياري قسم جي گفتگو ڪئي. مگر آئون پنهنجي ڌن ۾ مگن رهيس ۽ ڪنهن به ڳالهه تي توجه ڪونه ڏنم، ڪيترن حضراتن وٽ آئون بار بار ويس مگر هنن ڇوڪرو سمجهي مون کي نظر انداز ڪيو، اهوئي سبب آهي جو جڏهن به آئون وٽن ويس يا نه موجود ڪونه هئا يا نه ڏنل ٽائيم تي ملاقات جو شرف به نه بخشي سگهيا، آئون ٻي معذار آهيان ڇا ڪاڻ جو مون کي وڏي ڇڏيو هوندو مگر پوءِ به ڏڙيوڻي مون ڏانهن هوت ڏي ڏ هڪڙي سو اڻهن واڪر جن صاحبن جا خيالات هن جلد ۾ نه اچي سگهيا آهن تن کي آئون وري نماڻو عرض ڪندس ته سندن قيمتي خيالات موڪليندا، حيثيت جي ايندڙ جلد انشاالله ڇپيا ويندا.

# شڪريه

آئون الهه سنڌ جي سپورٽس جو شڪر گذار آهيان جن پنهنجو قيمتي وقت ۽ پنهنجا خيالات ڏيئي مون مسڪين جي حوصله افزائي ڪئي، انهن کان سواءِ پنهنجن قيمتي رائن ڀرپوري سان تعاون ڪيو ۽ وڌ ۾ وڌ مهربانيون ڪيون، جن ۾ جناب مخدوم محمد زمان طالب المولي ۽ جناب پير غلام رسول شاه صاحب جيلاني جن کي وساري نٿو سگهجي، آئون اهي ٿورا ڪڏهن به لاهي ڪو نه سگهندس، اهڙا اگوهر آفتاب، مڻڪ نما آهن ۽ اسانجي سنڌ سونهاري جي مٽي مهان آهي جن اهڙن لعل شخصيتن کي جنم ڏنو ۽ خاص ڪري آئون خاتون اول بيگم نصرت ڀٽو صاحبه جن جو شڪر گذار آهيان جن مون کي پنهنجو قيمتي وقت ڏنو.

آئون جناب وزير اعلي سنڌ جناب غلام مصطفي خان جتوئي جو به نهايت ئي ٿورائتو آهيان جو ايڏن مشغولين سبب مون کي ڪجهه وقت ڏنو ۽ پنهنجن قيمتي گفتن سان نوازيو.

”ڪتابت مولا بخش مهر“

# قائد عوام جناب ذوالفقار علي خان ڀٽو

اڄ آئون مهنجي قائد جناب ذوالفقار علي ڀٽي صاحب بابت قلم هٿ ۾ کڻي رهيو آهيان، مهنجي قائد، عوام جي قائد جنهن جي شخصيت دنيا جي ۾ مڃيل شخصيت آهي، اها شخصيت جيڪا عظيم آهي، سندس ڪردار عظيم آهي، سندس تخيل وسيع آهي. اهو تدبر ۽ تربيت کين سندن وڏن کان ورثي ۾ مليل آهي، جا خاندان جو تواريخ جو گهرو مطالعو ڪيو ته اسانکي معلوم ٿيندو ته ڀٽي خاندان قوم جي سچائي لاءِ تمام گهڻو ڪجهه ڪيو جنهن لاءِ هي سڄي صدي ۽ تاريخ جا اوراق گواه آهن.

جناب ذوالفقار علي ڀٽي جن جا والد صاحب سر شاهنواز ڀٽي صاحب جن هڪ اعليٰ پايه جي ممتاز شخصيت ۽ اعليٰ ڪردار جا مالڪ هئا، بلڪ سنڌ عليحدگي جي تحريڪ جي اڳواڻن مان هڪ هئا اهو ئي سبب آهي جو جڏهن سنڌ بمبئي کان آزاد ٿي ته سر شاهنواز ڀٽي صاحب جن صوبه سنڌ جا پهريان ممبر ٿيا، انهيءَ مان ئي سندن سياسي تدبر ۽ ممتاز شخصيت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو سر شاهنواز جن جا سماجي طرح اهڙا ته هن ملڪ لاءِ ڪم ڪيل آهن جو جيڪڏهن تفصيل سان لکيو وڃي ته هوندا ڪيترا ڪتاب ڀرجي وڃن، سر شاهنواز جن رياست جوناڳڙهه جا وزير اعظم رهيا ۽ بمبئي دور حڪومت ۾ ڪيل شاندار سڌارن، اصلاحات جي تاريخ شاهد آهي. جڏهن تحريڪ پاڪستان شروع ٿي، انهيءَ تحريڪ ۾ سر صاحب جن پيش پيش هئا، ڀٽي خاندان جي قربانين کي

۽ ڀٽي خاندان جي قربانين کي فراموش ڪري نٿو سگهجي، عوامي قائد جي تربيت ۽ تعليم ۾ سر صاحب جن جو تمام گهرو چاهه هو ۽ اهوئي سبب آهي جو عوامي قائد جو شمار دنيا جي بهترين دماغن ۾ آهي. ۽ بيشمار صلاحيتن جو مالڪ آهي.

عوامي قائد جو جنم ٥ جنوري سال ١٩٢٨ع ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ ٿيو، شروعات کان ئي اعليٰ تعليم ڏيارڻ ۾ سندن بزرگن، والد سر شاهنواز ڀٽي صاحب جن جو هٿ هو، تنهن بعد جناب ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جن کي ڪيليفورنيا (آمريڪا) ۾ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ موڪليو ويو جتي هن پوليٽيڪل سائنس مضمون خاص ڪيو ۽ پنهنجي اعليٰ صلاحيتن کان پنهنجن هم ڪلاسين، ۽ استادن کي متاثر ڪيو، ١٩٥٠ع ۾ هو آمريڪا کان برطانيه آيا جتي ١٩٥٢ع ۾ آڪسفورڊ (برطانيه) يونيورسٽي مان بين الاقوامي قانون ۾ ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪئي، تنهن بعد (لنڪن ان) يونيورسٽي مان بارايٽلا اعزاز سان ڪيو، ڀٽي صاحب جي روشن ذهانت کان متاثر ٿي ڪري سائوٿيمپٽن يونيورسٽي ۾ بين الاقوامي قانون جو ليڪچرار مقرر ڪيو ويو، اُتي ڪجهه وقت رهڻ بعد هن محسوس ڪيائون ته پاڪ سرزمين کي سندن خدمتن جي ضرورت آهي، تنهنڪري هو واپس وطن وريا، وطن ورڻ بعد هن هر فيلڊ ۾ پنهنجي ملڪ جي خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي، ۽ اهوئي سبب هو جو کين اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪندڙ وفد ۾ شامل ڪيو ويو، ۽ اهو مڃرايو ته ڀٽي صاحب جن اعليٰ صلاحيتون رکندڙ انسان آهن.

١٩٥٨ع جي ايوبي انقلاب کان پوءِ ڀٽي صاحب جن تجارت ۽ امور ڪشمير جا وزير هئا (تنهن وقت جي پاڪستان جي ڪابينه ۾ هو سڀ کان ننڍي عمر جا وزير هئا) ١٩٦٠ع

۾ ڪيئن معاملات، قدرتي وسيلن جو وزير مقرر ڪيو ويو.
اهو ڪاتو پنهنجي نوعيت جو اهم ۽ ڏکيو ڪاتو هو، جنهن
کي منهنجي قائد تمام خوبصورتي سان ترقي وٺائي.

١٩٦٣ع ۾ پاڪستان جي وزير خارجه محمد علي بوگره
وفات ڪئي، تنهن بعد ڀٽي صاحب جن پاڪستان جا وزير
خارجه ٿيا. انهيءَ دوران پاڻ پنهنجي ملڪ لاءِ خارجه پاليسي
ٺاهي جنهن لاءِ چوڻ ۾ اهو ايندو هو ته پاڪستان جي
خارجه پاليسي تمام مضبوط آهي، ۽ انهيءَ خارجه پاليسي جي
ڪري دنيا جي ڪيترن ملڪن متاثر ٿي پاڪستان سان
دوستي جو ناتو رکيو ۽ خارجه پاليسي تي ڀٽي صاحب جن
جي تقريرن جي اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي ۽ ٻين
ديرارون، دنيا جا نمائندا ۽ دنيا جون اخبارون شاهد آهن.
تنهن کان سواءِ تاريخ شاهد آهي ته اهڙا ڪارناما اڳئين
ڪنهن به وزير خارجه نه ڪيا.

**نوٽ:**

(وڌيڪ قائد عوام جي احوال لاءِ منهنجي لکيل ڪردار
ذوالفقار جو مطالعو ڪريو) (مصنف)

جڏهن ١٩٦٥ع ۾ ڀارت پاڪستان تي جارحاڻي ڪارروائي ڪئي
ته ڀٽي صاحب جا اهي لفظ ته اسين هزار سال تائين لڙنداسين
چاڪاڻ جو سندس خارجه پاليسي اصولن تي ٻڌل آهي ۽
هئي. اهو اعلان ڪرڻ ڪو آسان نه هو مگر اهو ئي ڀٽو صاحب
هو جنهن بنا ڊپ ڊاءَ جي اهو اعلان ڪيو ڀٽي صاحب جن
بابت برطانيه جي مشهور فلسفي سر برٽرينڊ رسل چيو هو ته،
چين سان دوستي ۽ پاڪستان جي آزاد خارجه پاليسي لاءِ
آئون ڀٽي صاحب جن کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان.

جيئن ته قائد عوام جن هڪ اصولي انسان آهن تنهن
ڪري پاڻ محسوس ڪيائون ته ايوب حڪومت ڪن غلط
پاليسين تي عمل ڪري رهي آهي تڏهن پاڻ وزارت جي

ڪرسي کي لت هڻي ڇڏيائون ۽ انهيءَ رت پاڻ هڪ عوامي
پارٽي ٺاهي جيڪا پيپلز پارٽي جي نالي سان اڳتي هلي
پاڪستان جي اڪثريتي پارٽي جي حيثيت سان ظاهر ٿي،
ڀٽي صاحب جن انهيءَ پارٽي جا چيئرمين آهن ۽ انهيءَ
عوامي پارٽي جو بنياد ۲۱ سيپٽمبر ۱۹٦۸ع ۾ وڌو ويو.

ايوب آمريت واري دور ۾ ڀٽي صاحب جن سان ڇاڇا
نه ٿيو تنهن کان هرڪو واقف آهي، مگر هي اولالعزم انسان
بيخوفيءَ قابليءَ جي قيادت ڪندو رهيو ۽ آخر ڪامياب
ٿيو، اهڙن شخصيتن بابت شاهه سائين فرمايو آهي ته:

**ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه اچي بوءِ بهار جي.**

انهيءَ عوامي جدوجهد ۾ ڀٽي صاحب جن جي ذات
تي ڪوڙا ڪيس، ڪوڙا الزام، جاني حملا ۽ ڪين جيل ۾
به اماڻيو ويو، مگر ڀٽي صاحب جي تحريڪ عوامي تحريڪ
هئي جيڪا ظالم جي ظلم خلاف جدوجهد ڪندي رهي ۽
آخر عوام کٽيو ۽ اهو حقيقت ۾ پاڪستان جي سيني طبقن
کي سچائيءَ وارو سبق مليو جي قائد جناب ذوالفقار علي خان
ڀٽي ڏنو ۽ انهيءَ سچائيءَ جي سبق لاءِ سڄي قوم محبوب
قائد جي دعاڳو آهي ته:

**ڀٽو جيئي هزارين سال.**

(وڌيڪ احوال لاءِ پڙهو ڪردار ذوالفقار)          (مصنف)

۱۹۷۱ع جي جنگ کان پوءِ ملڪي حڪومت ڀٽو کو
چارو نه ڏسي جناب قائد عوام کي ملڪ جون واڳون سونپيون.
انهيءَ وقت پاڪستان ۾ ڇا هو؟ نه آئين، نه ڍانچو، سڄو
ملڪ جڻو ڀالڇو بگڙيل هو مگر اهو ئي ڀٽي صاحب جي
شخصيت ۽ تدبر، ڪردار ۽ ذهانت آهي جو اڄ پاڪستان
دنيا جي ملڪن سان ڪلهي ۾ ملائي هلي رهيو آهي.
شال اسان جو ملڪ ڪامياب ڪامران رهي ۽ ڀٽي صاحب
جن کي دراز عمر عطا فرمائي. آمين —

# خاتون اول پاڪستان

# بيگم نصرت ڀٽو صاحبه

خاتون اول پاڪستان بيگم نصرت ڀٽو صاحبه جن جو تعلق ايراني خاندان سان آهي، پاڻ بمبئي ۾ پيدا ٿيون.

**سماجي ڪم:-** بيگم صاحبه جن سماجي ڪمن ۾ شروعات کان وٺي ڏاڍي دلچسپي سان حصو ورتو آهي، ۽ اسڪول جي وقت کان وٺي اڄ تائين پاڻ سماجي بهبود جي ڪمن ۾ پيش پيش رهنديون آهن، تنهن کان سواءِ غريب بيوه عورتن لاءِ صنعتي ۽ هنري ادارن جي بحال ڪرڻ ۾ ۽ انهن جي انتظام ۾ به سندن ڪافي همت آهي، پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بيگم صاحبه جن هندستان مان لڏي آيل بي گهر ماڻهن جي آبادڪاري لاءِ ڪافي ڪجهه ڪيو. ١٩٤٨ع ۾ پاڻ پاڪستان وومن نيشنل گارڊس ۾ شموليت اختيار ڪئي، 1951 ۾ بيگم صاحبه جن جي شادي جناب قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جن سان ٿي.

١٩٦٥ واري جنگ ۾ بيگم صاحبه جن سندس قومي جذبي جو صحيح ۽ انفرادي طور مظاهرو ڪيو، جنگ دوران پاڻ انٿڪ ڪوشش ڪري روزمره جون ڪم ايندڙ شيون سلسليوار جنگي جوانن (پاڪستانين) کي مهيا ڪنديون رهيون.

اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ پاڻ هزارن جي تعداد ۾ دستڪاري جا مرڪز کوليا جتي هزارين عورتون اسان جي فوج جي جنگي جوانن لاءِ موسم آهر ڪپڙا ٺاهي موڪليا.

١٩٦٨ع ۾ جڏهن جناب قائد عوام جن ايوب آمريت دوران جيل ۾ هئا ته ان وقت خاتون اول جناب بيگم صاحبه جن، عوام جي بنيادي حقن جي واپسي لاءِ جدوجهد ڪئي

۽ اهڙيءَ سلسلي ۾ ٻاهر ملڪ جي ڇهن ڇهن جو دورو
ڪيو. بيگم صاحبه جن آل پاڪستان ويمنز پارٽي (ويمن
برانچ) ۾ ڪافي ڀرپور رهيو آهي ۽ اهڙي باقي ڪارڪن
ساڻ آهن. جڏهن کان وٺي عوامي حڪومت وجود ۾ آئي
آهي ان ڏينهن کان وٺي بيگم صاحبه جو ان ۾ اهم ڪردار
رهيو آهي.

بيگم صاحبه جن ڪيترن ئي خير سگالي جي وفدن
جي اڳواڻي ڪئي آهي جن ۾ افغانستان ۽ خاص طور جڏهن
بيگم صاحبه جن جڏهن چائنا جي وفد ۾ اڳواڻي ڪئي جتي
اسلامي پاڪستان انٽر نيشنل ايئرويز جي اداري پهرين ڀيرو
اسلام آباد کان پيڪنگ واري افتتاحي پرواز ڪئي، تنهن
کان سواءِ خاتون اول جن قائد عوام صاحب سان گڏ دنيا
جي ڪيترن ئي ملڪن جو دورو ڪيو آهي. هن وقت
بيگم صاحبه جن ”هلال احمر“ جون چيئرمين آهن. هن اداري
جو خاص ڪم انسان ذات جو ڀلو ۽ واڌارو آهي. جيستائين
سياسي سماجي جو تعلق آهي، ته بيگم صاحبه جن عورتن
۾ سياسي سماجي آڳاٽ لاءِ ڪافي ڪم ڪيو آهي ۽ ڪري
رهيون آهن ته جيئن عورتون اسان جي قوم جي فلاح ۽ بهبود
۾ حصو وٺي سگهن ۽ مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي
ڪم ڪري سگهن. اهوئي سبب آهي جو ڪين خاتون اول
جي نالي سان ياد ڪيو وڃي.

**شاگرد:-** شاگرد کي مخاطب ٿيندي خاتون اول جن
فرمايو ته جيستائين شاگرد جو تعلق آهي آئون اهين
چونديس ته هاڻي تعليم جو پراڻو طريقو ختم ٿي چڪو آهي،
پراڻن طريقن موجب تعليمي ادارن وارا شاگردن ۾ دلچسپي
گهٽ وٺندا هئا. قدرتي طور شاگردن کي اهو احساس رهندو
هو ته سندن سار سنڀال اهڙي وارو ڪوبه ڪونهي، تنهنڪري
شاگرد احساس ڪمتري ۾ مبتلا ٿيندا هئا ۽ تنهنڪري

سنڌي پڙهائي ڪان ٿيندي هئي ۽ هو امتحان ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار ڪونه هوندا هئا. نئين تعليمي طريقي ڪار موجب ڪاليج اختياري وارا، پروفيسر مسلسل دلچسپي سان محنت ڪن ٿا، انهيءَ ڪري ئي شاگرد امتحان ۾ ويهڻ لاءِ تيار رهن ٿا. نئين طريقي موجب هر نئين مهيني ڪانپوءِ سنڌي امتحان (ٽيسٽ) ٿيندي، ۽ اڳئين طريقي وانگر هاڻ ٻن سالن ڪانپوءِ امتحان نه ٿيندا.

هيئنر شاگردن کي اهو احساس آهي ته استاد سندس صحيح سار سنڀال لهن ٿا ۽ انهن ڪري ڪن پڙهائي ۾ به صحيح دلچسپي آهي، سندن خيال موجب ته بنيادي طور هر شاگرد صحيح آهي ۽ پڙهڻ چاهي ٿو. باقي شاگرد جو سڌارو تعليمي طريقي ڪار، ڪاليج ۽ يونيورسٽي جي فضا تي منحصر آهي.

**هاري:** هاري بابت حڪيم صاحب جن فرمائين ٿيون ته هاري بنيادي طور پورهيو ڪندڙ فرد آهي. نون زرعي سڌارن موجب هاري کي اڳي کان هاڻي ڪافي وڌيڪ حقوق مليا آهن ۽ سندس حالت ڪافي سڌريل آهي، اڄ جي هاري جو اولاد جڏهن تعليم حاصل ڪري ٿو ته اهو پنهنجي آبائي ڌنڌي (کيتي) کي وساري ٿو ويهي ۽ هو نوڪري جي تلاش ۾ سرگردان ٿيو رهي. حڪيم صاحب جي خيال موجب ته هاري جي اولاد کي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ جديد نموني ۾ پيداوار وڌائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهڙي ريت هو پنهنجي آبائي ڌنڌي کي وڌيڪ ترقي وٺائي سگهي ٿو، ۽ زمين کي پڻ وڌيڪ سرسبز بڻائي سگهندو.

**شاهه پڙائي:** پلاڙي پڙائي بابت حڪيم صاحب جن فرمائين ٿيون ته جيئن ته سنڌي زبان دنيا جي بهترين زبانن مان هڪ آهي. هن ٻولي جي لغت ايڏي ته وسيع ۽ معني دار آهي

جو سندس هر لفظ ۾ پيار، محبت، حسرت، مسرت، روحاني
خوشي ۽ تمام اولهي حب رڪيل آهي، جيڪڏهن هن ٻولي
جي دنيا جي ٻين ٻولين سان ڀيٽ ڪجي ته سنڌي زبان
کي وڌيڪ ترقي جو حق حاصل ٿيندو ۽ سنڌي شعرن جي
جيڪڏهن دنيا جي ٻين شعرن سان ڀيٽ ڪجي ته سنڌي
شعر وڌيڪ معنيٰ دار معلوم ٿيندو اها ڳالهه هيٺ ڏنل شعر
مان ثابت ٿيندي.

ڪڪي ۽ هاڻون ڪارڻون - ڇڇي ۽ هاڻا ڇڃ،
ٻالڪ جهڙن جي ٻالڪ سمون - اڳو تڙشي اڃ،
سمڊن ڇام سهڃ - ايو ڪري آن سمون.

(شاه)

ٺٺڙن شهرن مان انسان کي محبت، پيار، تمنا، جو
جذبو ملي ٿو. جيڪو انسان جي دل ۽ دماغ تي خاص اثر
انداز ٿئي ٿو. شاهه جي انهن شعرن ۾ اثرت ۽ پيار سمايل
آهي. ٻئي طرح سنڌ جي شاعري وطن دوستي ۽ دشمني
کان پاڪ آهي ۽ هن ۾ دشمن سان وير ۽ ڪيني رکڻ جي
گنجائش ڪانهي.

شاهه صاحب هميشه اها ڪوشش ڪئي آهي ته
انسان جي اندر جي روشني چمڪي ۽ اها روشني ٻين
تي چمڪي جڏهن ان ۾ اصليت هوندي، شاهه جي ڪلام
۾ اسلامي جذبو آهي ۽ اهو جذبو انسان کي محبت جو سبق
سيکاري ٿو.

پيرل ٿيون جي گهر، هميشهون هان جي. (شاه)

شاهه سائين هميشه ڪشاده دلي ۽ هڪ ٻئي سان هڪ
ٿي رهڻ جو تحمل پيش ڪيو آهي هو تعصب ۽ ڪيني
۾ اعتبار نٿو ڪري پاڻ صوفي خيالن جا هئا ٺيڪ ڪري
هو ساري انسان ذات کي هڪ ڪٽنب ڪري ٿو سمجهي
ٺيڪ ڪري شاهه جي ڪلام ۾ لفظ ۾ نه نفرت آهي ۽ نه
تڪرار پاڻ فرمائين ٿا ته.

موٽي مالداڻن تي واري ڪيائين وار
وڄون وسڻ آئيون چوڏس ٿي چوڌار
ڪي اُٿي ويئون استنبول ڏي ڪي مڙيون مغرب پار
ڪي چمڪن چين تي ڪي لهن سمرقندان سار
ڪي رمي ويئون روم تي ڪي ڪابل ڪي قنڌار
ڪي دلي ڪي دکن، ڪي گڙن مٿي گرنار
ڪنهن جهمي جيسلمير تان ڏنا بيڪانير ڀڪار
ڪنهن ڀڄ ڀڄائيو ڪنهن ڍٽ مٿي ڍار
ڪنهن اچي عمرڪوٽ تان وسايا ولهار
سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوس مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين. (شاه)

حقيقت هيءَ آهي ته شاه صاحب سنڌيت جو تصور انسان ذات ۾ ڏسڻ چاهي ٿو جنهن تصرف جو حصو سندس شعر آهي.

# جناب غلام مصطفيٰ خان جتوئي

## موجوده وزير اعليٰ سنڌ



غلام مصطفيٰ خان جتوئي صاحب جن ۱۴ آگسٽ ۱۹۳۱ع ۾ جناب رئيس حاجي غلام رسول خان جتوئي جي گهر جنم ورتو. سندن آبائي ڳوٺ نوان جتوئي جيڪو موري کان اٽڪل ۱۵ ميلن جي مفاصلي تي آهي. ابتدائي تعليم مدرسه نوشهري مان حاصل ڪئي تنهن بعد سينٽر ڪيمبرج ڪراچي گرامر اسڪول مان ڪئي تنهن کان پوءِ پنهنجي آبائي پيشي زميداري سان منسلڪ ٿي ويا. جتوئي خاندان جو شمار سنڌ جي معزز ترين خاندانن ۾ ٿئي ٿو، ۽ هميشه هن خاندان ملڪ، ملت جي خدمت غريبن ۽ مسڪينن سان همدردي ۽ مدد ڪئي آهي.

**سماجي خدمتون:**

جتوئي صاحب جن کي تعليم جي ڦهلاءَ لاءِ تمام گهڻو اونو آهي، ڇاڪاڻ سڄي سنڌ جي نوجوانن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ جي مهم هلائي جيڪا ڪاميابي سان پايه تڪميل تي پهتي، ۽ اهوئي سبب آهي جو جتوئي صاحب جي هن تعليم پرائڻ واري مهم تي ايڪ چوندي پهراڙي جا ماڻهو زياده کان زياده تعليم پرائڻ ڏانهن توجه ڏيئي رهيا آهن. تنهن کان سواءِ ڳوٺ ڪيترائي، پرائمري، مڊل، هائي

اسڪول ۽ ڪاليج، اسپتالون ۽ شفاخانا کولايا اٿن، جنهن
ڪري پاڻ عوامي حڪومت ۾ مرڪز جا وزير مواصلات ٿيا
اهيءَ دوران ۾ سندن جيڪي عوامي ڀلائي لاءِ ڪيا اٿن
جيڪڏهن انهن کي تفصيل وار لکيو وڃي ته هوند ڪتاب
لکجي وڃن. سندن پياري شخصيت ۽ قربانيءَ ڪچهري
کان هر ڪو متاثر آهي، اهڙا گوهر اسان کي گهٽ نظر
ايندا جن پاڻ کي عوام جي خدمت لاءِ وقف ڪيو هجي
اسانجي سنڌ کي اهڙن سپوتن تي ناز آهي.

### شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي فرمائين ٿا ته اسان جي
شاگرد کي وڌيڪ محنت ڪرڻ گهرجي، هن دور ۾ نه
امتحانن ڪم ايندي ۽ نه خالي نعرا ۽ شاگردن کي پنهنجي
معيار ۽ ڪردار ڪم ايندو، جيڪڏهن شاگرد جو معيار
تعليم اعليٰ درجي جو نه آهي ته يقين اهو شاگرد پٺتي
رهجي ويندو پاڻ شاگرد برادري کي اپيل ٿا ڪن ته پنهنجو
سمورو وقت تعليم پرائڻ ۾ صرف ڪن ۽ سنڌ جو نالو
بلند ڪن.

### هاري:

سندن چوڻ آهي ته سنڌ جي هاري جي مٿان ڪافي
جوابداريون آهن هاري کي گهرجي ته محنت ڪري ۽
پيداوار ۾ اضافو ڪري، اسانجي ملڪ کي اناج جي سخت
ضرورت آهي موجوده وقت ۾ سڄي دنيا ۾ اناج جي قلت
آهي، تنهنڪري اهي ڳالهيون ذهن ۾ رکي ڪمس پيداوار
۾ اضافو ڪرڻ گهرجي.

### ڀٽائي:

شاهه سائين بابت سندن چوڻ آهي ته شاهه ڀٽائي جو
ڪلام بي بها آهي ۽ دنيا جي وڏن هستين ۾ شاهه جو
شمار ٿئي ٿو.

جتوئي صاحب جن ١٩٥٣ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جا پريزيڊنٽ ٿيا. ١٩٥٧ع ۾ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ١٩٦٢ع ۾ نواب شاهه مان قومي اسيمبلي جا ميمبر ١٩٦٥ع ۾ وري قومي اسيمبلي جا ميمبر ١٩٧٠ جي عوامي چونڊن ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ۽ هاڻي باخ صوبائي اسيمبلي سنڌ جا قائد ايوان آهن. ۽ عوامي حڪومت ۾ سنڌ جا پهريان وزير اعليٰ آهن.

جيئن ته جتوئي صاحب جن جو والد مرحوم خانبهادر غلام رسول خان جتوئي جن سنڌ اسيمبلي جا ميمبر رهيا تنهن کان سواءِ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جا پريزيڊنٽ به هئا. ۽ سندن ڏاڏو مرحوم خانبهادر امام بخش خان جتوئي جن هڪ زبردست او شاڪر، بزرگ، شاعر ۽ صوفي خيالات جا مالڪ هئا، امير هوندي به فقيري طبعيت جا مالڪ هئا، سندن شاعري ۾ تخلص "صابر" هو. سندن هڪ غزل جو هي مطلع آهي.

اڄ عيد آهي هر گهر - ڀيٽهي به عيد ٿيندي
حاصل جڏهن اسان کي دلبر جي ديد ٿيندي.

**نوٽ:-**

خانبهادر امام بخش خان جتوئي بابت معلومات جناب مخدوم طالب المولیٰ جن کان حاصل ٿي، آگرون انهن لاءِ سندن نهايت ٿي ٿورائتو آهيان.

# جناب ممتاز علي خان ڀٽو

## اڳوڻو وزير اعليٰ سنڌ



جناب ممتاز علي خان ڀٽو ولد نواب نبي بخش خان ڀٽو صاحب جن ١٩٣٤ع ۾ ڳوٺ سردار نبي بخش خان ڀٽو ۾ پيدا ٿيا. پاڻ اهڙي خاندان سان تعلق رکن ٿا جنهن خاندان کي قدرت بي پناهه صلاحيتون عطا ڪيون آهن. جنهن ۾ ممتاز علي خان ڀٽي جي شخصيت ڪا اڪيلي شخصيت ڪانهي، سنڌي سماجي ڪم ۾ ٻاهر سنڌ جو هر ننڍو وڏو

جاڙ رکي ٿو، پاڻ عوامي حڪومت طرفان سنڌ جا پهريان
وزير اعليٰ ٿيا، سندن وزارت دوران پاڻ خلوص دل، انٿڪ
محنت ۽ خداداد صلاحيتن سان پنهنجي منصب کي حق
خوبي سان ملهايو.

پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺان ۽ تنهن بعد ٻاهر
پڙهڻ ويا، جناب ممتاز صاحب، جنهن آڪسفورڊ يونيورسٽي
مان ايم- اي (آنرس) ڪيو تنهن بعد قانون جي ڊگري
وٺڻ کان پوءِ ١٩٦٠ع کان ڪراچي هاءِ ڪورٽ جي وڪيل
جي حيثيت سان وڪالت ڪرڻ لڳا. ايوبي آمريت خلاف
پاڻ ڪمر ڪشي ٿي بيٺا ۽ عوامي دور لاءِ سندن جدو جهد
ڪنهن کان ڳجهي ڪانهي.

**شاگرد:** سندن چوڻ آهي ته شاگرد کي گهرجي ته
پڙهڻ ۽ نظم و ضبط ڏي خاص توجه ڏين جيڪو ڦلاڻي جو
دور هو، جنهن ۾ اسان پنهنجو قيمتي وقت ضايع ڪيو
آهي الهيءَ جي ازالي لاءِ اسان کي خلوص دل ۽ انٿڪ
محنت سعي پنهنجي ترقي جي رفتار تيز کان تيز تر ڪرڻ
گهرجي ته جيئن اسين پنهنجي گمشده راهه کي لهي وٺون
ته جيئن اسانجو ملڪ ۽ اسين سڀ خوشحال ٿيون. تعليم تي
سچو ڌيان شاگرد جو مستقبل ٺاهيندو.

**شاهه ڀٽائي:** پاڻ فرمائين ٿا ته شاهه سائين جو
ڪلام جامع آهي ۽ سندس ڪلام ۾ سور، محبت، قرباني
سڀ موجود آهي.

**هاري:** پاڻ فرمائين ٿا ته هاري کي گهرجي ته هو
محنت ڪري ۽ ان اپائي ته جيئن اسانجو ملڪ اناج ۾ خود
ڪفيل ٿئي، هاريءَ کي عوامي حڪومت جي رائج ڪيل
زرعي سڌارن مان مڪمل فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي.

جناب ممتاز علي ڀٽو صاحب جن عوامي چونڊن ۾ سال ۱۹۷۰ع ۾ پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۽ بعد ۾ عوامي حڪومت طرفان سنڌ جا پهرين گورنر ۽ پوءِ پهريان وزير اعليٰ ٿيا جيڪا منصب ٻاڪ خمر خوبي سان نڀائي ڏنا.

# جناب عبدالحفيظ پيرزادو



جناب پيرزادو صاحب اسان جي سنڌ جي هڪ ذهين شخصيت آهي، سندن والد صاحب جناب پيرزادو عبدالستار جن به سنڌ جا وزير اعليٰ رهي چڪا آهن، جناب قائد عوام جي آواز تي لبيڪ چوندي حفيظ صاحب جن عوامي خدمت، سماجي ڪمن کي ڀرپور نصب العين بڻايو، انهيءَ عوامي خدمت ۽ سماجي بهبود جي ڪمن جي ڪري جناب حفيظ صاحب ١٩٧٠ع جي قومي اسيمبلي جي چونڊن ۾ پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تي ڪامياب ٿيا، قائد عوام جي دور رس نگاهن جناب حفيظ صاحب جي ذهانت کي پرکي ورتو ۽ مرڪزي وزارت ۾ تعليم کاتو ڏنو، عوامي حڪومت ملڪ کي آئين ڏيڻ جو واعدو ڪيو، ابا آئين جو ڪم اڌ ۾ هئو ته ان وقت جي وزير قانون اهو ڄاڻي استعيفا ڏني ته شايد آئين جو ڪم اڌ ۾ رهجي ويندو، مگر قائد عوام قانون واري وزارت جو قلمدان جناب حفيظ صاحب کي ڏنو ۽ اهوئي هڪ لاثاني عوامي حڪومت جو ڪارنامو آهي جو پاڪستان کي جمهوري آئين مقرر مدت ۾ مليو. جنهن ۾ جناب حفيظ صاحب جو وڏو حصو آهي.

### واءِيس چيئرمين پاڪستان پيپلز پارٽي

# جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ"

## سجاده نشين درگاه مخدوم نوح هالا



جناب مخدوم محمد زمان صاحب جن تاريخ ۴ ڊسمبر سن ۱۹۱۹ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ هالا ۾ جنم ورتو، سندن والد صاحب مخدوم غلام محمد جن هڪ نهايت ئي درويش صفت، اولياء ۽ بزرگ هئا، مخدوم غلام حيدر جن جو شمار به سنڌ جي بلند پايه جي عالمن ۾ آهي. پاڻ مخدوم نوح جو اولاد آهن.

مخدوم صاحب قرآن شريف جي تعليم حافظ ولي محمد مجاور درگاه سروري هالا، فارسي ۽ عربي مولوي محمد عالم ڏيپرائي ۽ سنڌي تعليم حاجي عبدالغفور ۽ حاجي عبدالرحمان انجم هالائي کان پرائي. کين فارسي جو پهريون درس سندن شفيق چاچي مخدوم غلام حيدر جن ڏنو. تنهن بعد انگريزي جا چار درجا غلام رضا پٺاڻ صاحب وٽ پڙهيا.

### شعر ۽ شاعري:

شعر شاعري کين ورثي ۾ مليل آهي. مخدوم صاحب جن جو شمار سنڌ جي اعليٰ پايه جي شاعرن ۽ موسيقارن ۾ آهي، سندن تخلص طالب المولیٰ آهي، سندن تصنيفات هن ريت آهن، جن مان ڪي اڻ ڇپيل آهن.

## ڇپيل تصنيفات:-

(١) سنڌي جي بيتن ۽ ڪافين جو مجموعو (٢) ڇپر ۾ ڇڙيون (٣) ياد رفتگان (۴) امام غزالي جا خطوط (٥) اسلامي تصوف (٦) ڪافي (جيڪو سنڌ يونيورسٽي طرفان ايم. اي. جي ڪورس ۾ رکيل آهي) (٧) شيطان (٨) خود شناسي (٩) بهار طالب (نظم جو مجموعو) (١٠) رباعيات طالب (١١) شان سروري (نعتن جو مجموعو) (١٢) ڪشڪول جنهن ۾ سنڌي، فارسي ۽ سرائيڪي ڪلام آهن.

## اڻ ڇپيل تصنيفات

(١) عجيب اللغات (سنڌي ادب جي لغت (٢) مصري جون ٽڙيون (مختلف مصنف ۽ انهن جا هر قسم جي موضوع تي نقطا) (٣) ڇمڪندڙيون (نظم) (۴) سنڌ جو شڪار (سنڌ جي شڪار بابت معلومات) (٥) ديوان طالب المولي (٦) مضامين طالب المولي (٧) قطعات طالب المولي (٨) نئون رنگ (ڪافين ۽ بيتن جو مجموعو (٩) سنڌي موسيقي (١٠) ڪافين جا گهاڙيٽا.

مخدوم طالب المولي جن جو موسيقي تي به دسترس حاصل آهي ڪين موسيقي جي تعليم مرحوم استاد سعدي خان ڏني مخدوم صاحب جن اڪثر ڪري پنهنجي ڪلامن جون ڌنون اڪثر ڪري پاڻ ترتيب ڏيندا آهن، مخدوم صاحب جي ڪلام ۾ پيار، مايوسي، محبت، انتظار، فراق سمايل آهي، پاڻ واحد تي شاعر آهن جن پنهنجي ڪلام ۾ پيرن جو به ذڪر ڪيو آهي، جيئن ته فرمائين ٿا ته.

تو ڇمان پنهنجا پير، جيڪي تو وٽ وٺي آئيا
طالب المولي سان ڪما ڀلائي جا پير-
اونل ۽ سونل-
تن قدمن تان قربان ٿيان.

## سماجي ڪم:-

جيئن ته مخدوم صاحب جن جو شمارسماجي ڪارڪنن

جي صف اول ۾ اچي ٿو ۽ پاڻ سماج جي هر پهلو جي
خدمت ۾ هميشه اڳتي رهيا آهن، اهوئي سبب آهي جو
پاڻ جڳ مشهور هستي آهن. سندن ڪيترائي سماجي ڪم
ٿيل آهن جيڪڏهن انهن جو بيان ڪجو وڃي ته هڪ جلد
بياض ڀرجي وڃن.

شاگرد:-

سندن چوڻ آهي ته تعليم سان گڏوگڏ شاگردن جي
تربيت به ضروري آهي. تربيت کان سواءِ تعليم اجائي آهي،
شاگرد کي گهرجي ته تعليم ۽ تربيت تي ڀرپور توجه ڏئي
۽ ڪوشش ڪري، ٽيڪنيڪل تعليم ڏي وڃڻ گهرجي، ادب
سڀني لاءِ ضروري آهي، وڏن جو، استاد جو، ماءُ پيءُ جو.
ڪيس سفارش نه پر ذاتي لياقت تي پاس ٿيڻ گهرجي.
ڪيس پنهنجي ديس ۽ ويس ۾ رهي پنهنجي ملڪ جي
رسمن ۽ رواجن کي اجاگر ڪرڻ گهرجي، اسلاميات کان
چڱي طرح واقفيت، وابستگي ۽ علم حاصل ڪرڻ گهرجي، تعليم کي
اڌورو نه ڇڏڻ گهرجي ۽ موجوده عوامي حڪومت جي
رائج ڪيل تعليمي اصلاحات مان فائدو وٺڻ گهرجي. سٺن
ماڻهن جي صحبت به سڀني لاءِ ضروري آهي.

ڀٽائي:-

مخدوم صاحب جي چوڻ موجب ته شاهه صاحب هڪ
لاثاني شاعر آهي. ڀٽائي جي ڀيٽ گذريل دور جي موجوده
شاعر سان ڪري نٿي سگهجي سندن ڪلام جو بنياد عشق
۽ محبت تي رکيل آهي شاهه جو شعر زندگي جي هر پهلو
تي لکي اچي ٿو، کين هي شعر پسند آهي.

هيڏو هٿ حبيب ڪٺي ڀڪن پاڻ ڀري
ولو وجودان ڪري، ڪڙڪڙ ڪان ڪري
ٻيڏو ٻئي ڀري ته ڪر ترڪو هٿ حبيب جو

شاهه

**هاري:**

مخدوم صاحب جن جو چوڻ آهي ته اسانجي هاري ۽ زميندار ٻنهي کي گهرجي ته پنهنجا ڳوڙاٽا ۽ ماڻٽاڻا اصول ڪنهن نه قيمت تي هٿان نه وڃائين ڪنهن فضول ضرورتن کان گريز ڪرڻ گهرجي ۽ عوامي حڪومت جي رائج ڪيل زرعي اصلاحات مان فائدو وٺڻ گهرجي محنت سان ئي ملڪ ترقي ڪندو.

مخدوم صاحب جن کي سنڌي ديسي شاعري پسند آهي، جنهن ۾ ڪافي وائي اچي وڃي ٿي، ڪن ڳائڻن ۾ مائي ڀاڳي جو آواز پسند آهي.

سندن شاگردن ۾ مخدوم محمد امين "فهيم" مخدوم طالب المولىٰ صاحب جن جو وڏو فرزند، محمد بچل "محبوب سروري"، حسين بخش "خادم" قابل ذڪر آهن طالب المولىٰ جن جي ڪلام ۾ جيڪو سوز ۽ گداز آهي سو ڪنهن ٻئي شاعر جي ڪلام ۾ ڪونهي، سندس شعر دل ۽ الهي ڪيفيت جي صحيح ترجماني ڪري ٿو.

# جناب پير غلام رسول شاه جيلاني



پير غلام رسول شاه صاحب جن جي شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. سندن اخلاق ۽ انسان دوستي خلوص کان هرڪو امير توڙي غريب مستفيض آهي.

سندن جنم ١٩١٨ع واقع ٽنڊي ٻولا خان ۾ ٿيو. سندن والد صاحب پير جهان شاه جيلاني جن سنڌ جي مشهور سيد جيلاني خاندان جا نامور بزرگ هئا. پير غلام رسول شاه صاحب جن ١٥ ورهين جي ڄمار ۾ معمور خاص آيا ۽ درگاه پير تاج ڏٺي بادشاهه جيلاني جا سجاده نشين ٿيا. تنهن کان سواءِ پير عنايت الله نصرپوري ۽ اعلي حضرت پير قاسم شاه جيلاني ابڙ جي درگاه جا به سجاده نشين آهن.

**سماجي ڪم:** جيئن ته پير صاحب جن حليم طبيعت جا مالڪ آهن تنهن کان سواءِ سماجي ڪمن ۾ پاڻ هميشه اڳڀرو رهيا آهن. اهوئي سبب آهي جو سندن شخصيت سماجي حلقن ۾ ڪافي مقبول آهي. تعليم لاءِ به سندن سڄي ضلع ۾ ڪافي ڪوشش ورتل آهي. ٿر جي علائقي ۾ مٺي ڪاليج ۽ عمرڪوٽ جو ڪاليج سندن ڪوشش جو نتيجو آهن ۽ ميرپور جو گرلز ڪاليج جي کولائڻ ۾ سندن وڏو هٿ هو.

**شاگرد:** پاڻ شاگرد کي مخاطب ٿيندي فرمائين ٿا ته شاگرد کي گهرجي ته پنهنجو سمورو ڌيان تعليم ڏانهن

ڏني. ڪين توڙي ادب ۽ تعليم سان چاھ رکڻ گھرجي ڇاڪاڻ
جو ھي دور سائنس جي دور آھي. ڪين گھرجي ته ھو عوامي
حڪومت جي تعليمي اصلاحات مان پورو فائدو وٺن. استاد
مائٽن ۽ وڏن جي ادب سان گڏ سندن مستقبل ٺھندو.

**شاھ:** ڀٽائي پلاري جي ڪلام بابت فرمائين ٿا ته
شاھ جي ڪلام جو معيار بلند آھي ۽ سندن ڪلام جو
ڇھه ڪي ڪولھي. شاھ صاحب بين الاقوامي شاعر آھي. ڪين
شاھ صاحب جا ھي بيت وڌيڪ پسند آھن.

الله ڏاھي ۾ ڪمان ڏاھوون ڏک، ڏسن
مون سين مون ڪڻان پوڙائي ۾ پل ڪما
ڏمرپو ته ڏگي ۾ ڇھو ته بت پري
جنگ جڪري ڪي ٻئي ڇڳائون چت ۾.

**ھاري:**

اسان جي ھاري بابت ڪي فرمائين ٿا ته،
ھاري کي گھرجي ته محنت ڪري ٻھھڙي ٻني کي
سڌاري، الھيءَ ۾ گني سندس، سندس ٻچن ۽ ملڪ جي
ترقي جو راز سمايل آھي. عوامي حڪومت جي زرعي اصلاحات
مان فائدو وٺن، ۽ ٻھھڙي ٻچن جي تعليم تي ڌيان ڏين.

ھو ڪلام رسول شاھ صاحب جن ڪي راڳ جنھن ۾
ڪافيون ڪين مصري شاھ جون پسند آھن سندن چوڻ ته
مصري شاھ جي ڪافين ۾ سوز آھي. ان کان سواءِ
ڪافين ۾ وري ڪين ڀيروي جو سر پسند آھي، پاڻ راڳ
جا سٺا ڄاڻو آھن.

**سياحت:**

پاڻ سڄي يورپ ملڪ اسٽ، ۽ ٻه دفعا حج ڪري
آيا آھن. ۱۹۵۳ع ۾ پاڻ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا، ان
کان پوءِ ۱۹۶۲ ۽ ۱۹۷۰ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبلي جا
ميمبر ٿيندا ٻئي رھيا آھن ڪين ڪاشتڪاري سان تمام گھڻو

شوق آهي، اهوئي سبب آهي جو پاڻ جديد زراعت جي اصولن کي ورتائيندي پنهنجي زمين ۾ فروٽ فارم لڳايا آهن جيڪي سنڌ ۾ ڪافي مقبول آهن.

(۱) ميرپورخاص ۾ جيلاني فروٽ فارم

(۲) ٺٽي ۾ جيلاني فروٽ فارم.

پاڻ ڪيترن ئي غريب شاگردن جون هر وقت مددون ڪندا رهن ٿا، منهنجي دعا آهي ته الله تبارڪ تعاليٰ کين عمر دراز عطا فرمائي ته پاڻ دکي انسانيت جي خدمت ڪندا رهن.

آمين.

# جناب سيد قائم علي شاه صاحب



جناب سيد قائم علي شاه جي شخصيت ڪان سنڌ سر لنيو وڏو واقف آهي، صداقت ۽ سادگي سندن شعور آهي پاڻ ١٣ سيپٽمبر ١٩٣٣ع ۾ خيرپور ۾ تولد ٿيا سندن والد صاحب جن هڪ وڏا بزرگ، هئا.

سيد قائم علي شاه صاحب جن پرائمري تعليم ٻهڙي ڳوٺان لهڻ بعد مشترڪ نازهائي اسڪول خيرپور مان ڪئي. بي-اي-ايس-ايم ڪاليج ڪراچي مان ۽ ايل-ايل-بي ڪراچي يونيورسٽي مان ڪئي.

تعليم ختم ڪرڻ کان پوء پاڻ سال ١٩٥٧ع کان خيرپور ۾ وڪالت ڪرڻ لڳا، سندن شمار سنڌ جي ٻرڪ وڪيلن ۾ ٿئي ٿو.

## سماجي خدمت:

سال ١٩٥٧ع ۾ خدمت خلق نالي هڪ آفيس برپا ڪئي. جنهن تہ سيد قائم علي شاه جن هڪ امام سنا سماجي ڪارڪن آهن ۽ عوام جي خدمت ڪندا پئي رهيا آهن، جهڙو ادارو قائم ڪيائون الهيءَ اداري جو مقصد السالميت جي خدمت ۽ عوام جي فلاح و بهبود لاءِ ڪم ڪرڻ. پاڻ الهيءَ اداري خدمت خلق جا صدر آهن الهيءَ

اداري لحاظ خيرپور جي عوام جي خدمت، غريبن جي مالي مدد ۽ شهر جي صفائي لاءِ ڪم ڪيو ويندو هو.

۱۹۵۸ع ۾ خيرپور ۾ پنهنجي ڪوشش ۽ دوستن جي مدد سان هڪ ڪلب "پائنيئر ڪلب" قائم ڪيو جنهن جو مقصد غريب عوام جي خدمت ۽ سندن مسئلا حل ڪرڻ هو. جنهن مان عوام کي ڪيترو ئي فائدو پهتو، غريب پرورڪي سائين قائم علي شاه جن کي ورثي ۾ مليل آهي. پاڻ هر وقت غريبن جي جائز مدد لاءِ تيار هوندا آهن. سيد قائم علي شاه صاحب جن خيرپور جي عوام توڙي سنڌ ۾ ڪافي مقبول آهن پاڻ هر وقت سماجي خدمت ۾ رڌل آهن. اهوئي سبب آهي جو ۱۹۷۰ع جي اليڪشن ۾ کين عوام قومي اسيمبلي جي ميمبري لاءِ چونڊيو ۽ کين عوامي پارٽي پيپلز پارٽي ٽڪيٽ ڏنو، پاڻ هن عوامي حڪومت جي عهد حڪومت ۾ سنڌ جي وزارت ۾ سينئر وزير هئا، ۽ پنهنجو عهد وزارت ايمانداري ديانتداري سان هلايو.

پاڻ هينئر پيپلز پارٽي سنڌ جا چيئرمين آهن. سائين قائم علي شاه بابت ائين چوڻ مناسب ٿيندو ته پاڻ پيپلز پارٽي جي بي لوث ڪارڪنن مان هڪ آهن.

# جناب مخدوم محمد امين "فهيم"-



جناب مخدوم محمد امين فهيم جن (ڏاڏا سائين) جن منهنجي سهڻي سائين مخدوم محمد زمان طالب المولى جن جا وڏا فرزند ارجمند آهن سندن جنم ۴- آگسٽ ۱۹۳۹ع ۾ هالا شهر ۾ ٿيو، پاڻ ابتدائي تعليم هالا مان ۽ قرآن شريف جي تعليم آخوند رب ڏني ۽ آخوند محمد قاسم کان حاصل ڪئي ۽ سنڌي جي تعليم استاد عبداللطيف ميمڻ وٽ پڙهيا ۽ ميٽرڪ جو امتحان سال ۱۹۵۷ع ۾ گورنمينٽ هائي اسڪول مدرسه مخدوم غلام حيدر سان ڪئي ۽ ۱۹۶۱ع ۾ بي. اي. سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان ڪئي. تنهن کان سواءِ ايل. ايل. بي ۽ ايم. اي به سنڌ يونيورسٽي جا آهن. سندن شخصيت من موهيندڙ ۽ جاذب نظر آهي جنهن ۾ حيا ۽ شرافت جا دريا وهن ٿا.

## سماجي ڪم:

جيئن ته سماجي ڪم ڏاڏا سائين جن کي ورثي ۾ مليل آهن، جيئن ته پاڻ نوجوان آهن ته سماجي ڪمن ۾ پاڻ هميشه پيش پيش رهيا آهن، پاڻ مختلف شاگردن کي اسڪالرشپون ڪتابن لاءِ ڪافي ڏنا ۽ ڪافي مدد پنهنجي طرفان ڪندا رهن ٿا. پاڻ هڪ ادبي سوسائٽي "بزم امين" ٺاهي جنهن جا پاڻ سرپرست هئا، تنهن کان سواءِ پاڻ بزم سروري جا جنرل سيڪريٽري ٿي رهيا آهن.

## شاگرد:

فهيم سائين جن فرمائين ٿا ته اسان کي گهرجي ته تعليم تي توجه ڏيون ۽ بزرگن جو ادب، استاد ۽ مائٽ جي عزت ۽ احترام تنهن کان سواءِ وقت جو قدر ڪرڻ لازمي آهي، اهوئي وقت آهي جنهن سان دنيا جي چرخي جو دارو مدار آهي.

## شاه عبداللطيف ڀٽائي:

شاه سائين بابت ٻاڻ فرمائين ٿا ته ڀٽائي ٻارو لافاني شاعر ۽ بيمثال آهي، شاه صاحب جي شعر جو ڪنهن سان به مقابلو ڪونه ڪري سگهجي. ڪين شاه سائين جو هي شعر وڌيڪ پسند آهي.

اکين ۾ ٿي وهه - واري ڇپر ڇڪيان،
لوڪ ڏسي نه ڏيهه - آئون نه ڏسان ٻيو ڪي.
(شاه)

## هاري

سائين امين فهيم جن فرمائين ٿا ته هن وقت هاري کي ڪافي سهولتون مليل آهن ڪين پنهنجون ذميواريون محسوس ڪندي وڌيڪ محنت ڪرڻ گهرجي، جنهن سان اسان جي ملڪ جي پيداوار ۾ اضافو ايندو. هاڻي اديبن جو ڪم آهي ته پنهنجي قلم سان ۽ شاعرن جو ڪم آهي ته پنهنجي شعر سان هاري جي ترجماني ڪن.

## شعر شاعري

مخدوم امين فهيم جن هڪ سٺا شاعر به آهن- فهيم سندن تخلص آهي سندن ڪلام وقت بوقت رسالو پاڪستان ٽائمز ۾ ڇپبو رهي ٿو، ڪين شعر چوڻ جو شوق هڪ ادبي ڪانفرنس کان پوءِ جاڳيو جنهن ۾ علامه آءِ. آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش جن موجود هئا. تنهن کان پوءِ پنهنجو ڪلام وقت بوقت پنهنجي پياري بزرگوار والد صاحب مخدوم طالب المولى جن کي اصلاح ڏياري لاءِ

ڏيکاريندا هئا. اهڙي طرح سان سندن والد صاحب جن سندن
استاد به آهن اهڙي طرح جناب طالب المولي جن جي محقق
استاد واري رهبري جي ڪري ئي جناب امين فهيم جن جو
شمار سنڌ جي وڏن شاعرن ۾ آهي سندن شعر ڪافي مقبول
آهي. سنه ١٩٦٢ ۾ ريڊيو پاڪستان طرفان سنڌ جي شاعرن
کي گهرايو ويو، جنهن ۾ امين فهيم جن به هئا ۽ هنن جو
ڪلام (ترانو) پڙهيائون جنهن ۾ کين پهريون انعام ٥٠٠ رپيه
مليو اهو ترانو هن ريت هو.

اي وطن مٺڙا وطن منڙا وطن پيارا وطن.

ان کان سواءِ سندن ڪيترين ئي ڪافين، غزل، نظم
۽ بيت لکيل آهن. پاڻ پيپلز پارٽي طرفان ضلعي ٺٽي مان
قومي اسيمبلي جا ميمبر چونڊيل آهن ۽ پاڻ عوامي
حڪومت ۾ سنڌ جي گورنر جا مشير براءِ ايگريڪلچر،
به ٿيا.

## سير و سياحت

پاڻ دنيا جي اڪثر ملڪن جو دورو ڪيو اٿن جن ۾
عربستان، مصر، افغانستان، سوئزرلينڊ، فرانس، آمريڪا، جپان،
انگلينڊ، هانگ ڪانگ کان سواءِ ١٩٦٤ ۾ عمرو
ڪيو اٿن.

## نوٽ

مون لي جناب امين سائين جي شخصيت ايڏي ڀاري
آهي جو دل ٿي چوي ته سندن قربانيءَ ڪچهري پڙهندو
رهان ۽ هڪ پل به ڪاٿي جدا نه ٿيان.

# رئيس غلام مجتبيٰ خان جتوئي

## ميمبر قومي اسيمبلي



مجتبيٰ خان جتوئي اڄ کان ٣٨ سال پهريائين نومبر جي مهيني ۾ رئيس حاجي غلام رسول خان جتوئي جي گهر ۾ پيدا ٿيا.

**ابتدائي تعليم:-**

پاڻ پرائمري تعليم نواب جتوئي ڳوٺ کان پوءِ ڪراچي جي گرامر اسڪول ۾ آخر ١٩٥٢ع ۾ نواب شاهه ڊي سي هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪئي ١٩٥٦ع ۾ بي اي ڪئي ۽ ١٩٥٧ع ۾ لا جو پهريون سال پاس ڪيو.

**سماجي ڪم:-**

تعليم کانپوءِ پاڻ پنهنجي ذميداري ڏاڏي کي لڳي ويا هڪ روشن خيال آبادگار هئڻ سان گڏوگڏ پاڻ ڪيترن سماجي ڪمن ۾ بهرو ورتو ٿا الهي ۽ ۾ نيو جتوئي هاءِ اسڪول جي سرپرستي ڪندي ڪالسواهه جڏهن پاڻ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جا چيئرمين هئا ته پاڻ هڪ گرلز اسڪول هڪ لائبريري پڪا روڊ به ٺهرايا سندن چوڻ آهي ته سندن خدمتن هر ڪنهن لاءِ حاضر آهن ڳوٺ مان چورن وغيره جي پنهنجي اثر اصول سان پاڙ پٽي ڇڏي اٿن ۽ چورن جي شڪايت سندن ڳوٺ ۾ بلڪل ڪانهي.

**شاگرد:**

شاگرد کي گهرجي ته هو محنت ڪري پڙهي ۽ پڙهڻ سان گڏ ادب ڪري ڪمس نه ڪي ۽ ٽيڪنيڪل تعليم ڏي

غور ڏيڻ گهرجي ڪين غلط ڳالهين کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

## هاري :-

اڄ جي هاري لاءِ ڪي گهرجي ته حڪومت جي رائج ڪيل زرعي سڌارن مان فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي سندن اهو فرض آهي ته وٽن جيڪا زمين آهي آيا اها سندن آهي يا هارين لي آهي ڪنهن الهيءَ لـي محنت ڪرڻ گهرجي جو ته محنت ۾ سندن ۽ سندن ٻچن جو مستقبل ڏاهمندي ڪين گهرجي ته پنهنجي ملڪ لاءِ محنت ڪن محنت ڪاميابي جي ڪنجي آهي جيڪڏهن هاري خوشحال آهي ته ملڪ به خوشحال آهي.

## شاهه ڀٽائي :-

شاهه صاحب جي شعر ۾ زندگي جي هر ڪنهن پهلوءَ لي روشني وڌل آهي ڪين بادشاهه ڀٽائي جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

پڙهو ڪي پڙهن- ڪڙهن ڪين قلوب سين
جيترا ورق ورن- ڏوهه چڙهن اوترا.

جيئن تـي جتوئي صاحب ١٩٧٠ع وارن چونڊن ۾ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر هئا، مگر اها سيٽ پنهنجي وڏي پٽ جناب غلام مصطفيٰ خان جتوئي کي ڏني ۽ هاڻ پاڻ وري جناب غلام مصطفيٰ جن واري قومي اسيمبلي واري سيٽ تي قومي اسيمبلي جا ميمبر آهن.

# مير اعجاز علي خان ٽالپر

## ايم- اين - اي



مير اعجاز علي خان ولد مير غلام علي خان ٽالپر سنڌ جي مشهور ٽالپر خاندان سان تعلق ٿا رکن، ميجر سندن لقب آهي.

پاڻ ١٠ فيبروري ١٩٣٣ع ۾ ٽنڊي محمد خان شهر ۾ تولد ٿيا، پرائمري تعليم ٻيهڙي ڳوٺ مان، تنهن بعد نور محمد هاءِ اسڪول ۾ ١٩٥١ع ۾ سينئر ڪيمبرج ۽ تنهن کانپوءِ ڪيمبرج يونيورسٽي ۾ ايگريڪلچر ۾ ڊپلوما ڪيو تنهن بعد راس وطن وريا.

١٩٥٥-١٩٥٦ع ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جا ميمبر ٿيا، ١٩٦٠-١٩٦٢ع ۾ بي. ڊي جا وائيس چيئرمين ۽ ١٩٦٢-١٩٦٣ع ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ٻائي اليڪشن ٿيا جيڪا سندن والد محترم جي سيٽ هئي.

١٩٦٤ کانوٺي ويندي هيئنر تائين پاڻ سراسر قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيندا رهيا آهن. ١٩٦٤-١٩٦٥ع ۾ پاڻ مغربي پاڪستان مسلم ليگ جا وائيس پريزيڊنٽ ۽ پارليامينٽري سيڪريٽري به هئا.

## سماجي ڪم

پاڻ ١٩٥٦ع ۾ ٽنڊي محمد خان جي هاءِ اسڪول ۾

ڪاليج لاءِ ٢٥ ايڪڙ شهر جي ڀرپاسي قيمتي زمين وقف ڪئي. پاڻ ١٦- ايڪڙ زمين ٽنڊي محمد خان جي اسپتال لاءِ وقف ڪيائون. پاڻ ڪيترن غريب شاگردن کي هر وقت مدد ڪندا رهيا ۽ سندن والد صاحب جي وقت کان وٺي جاري ڪيل اسڪالرشپون ۽ امدادون اڃا تائين جاري رکيو اچن.

پاڻ ممتاز ڀٽو وزارت ۾ وزير آبپاشي ۽ بجلي هئا. سندن چوڻ موجب هو جي شگر مل ٽنڊو محمد خان ڪمپٽ اريا ڊرائل سسٽم ٺهيو جنهن سان ١٨ هزار ايڪڙ زمين کي فائدو رسيو. سندن چوڻ موجب اسان اها رڪارڊ جي ڳالهه آهي ته سندن وزارت ۾ ١٤٠ ڳوٺن کي بجلي ملي ۽ گذريل ٢٤ سالن ۾ فقط ١٤٠ ڳوٺن کي بجلي ملي ۽ آبادگارن کي واهه جي رستي پاڻي جون سهولتون مليون.

## سير و سياحت

پاڻ دنيا جي اڪثر ملڪن جو سفر ڪيو اٿن ١٩٦٤ ۾ پاڻ پاڪستان جي وفد سان گڏ چين جي آزادي واري ڏينهن تي شرڪت ڪئي جنهن ۾ اسانجو محبوب رهنما قائد عوام جناب ذوالفقار علي ڀٽو به ساڻن گڏ هو. پاڻ ٻارو حج به ڪري آيا آهن.

## شاگرد

سندن چوڻ آهي ته اڄ جي شاگرد کي پهريون سمورو ڌيان تعليم تي ڏيڻ گهرجي ۽ اسانجي شاگرد کي گهرجي ته هو پاڻ کي تعليم ۾ پڪو ڪري ۽ مٿس ملڪ رشڪ ڪري.

## شاعر

سندن چوڻ آهي ته ڀٽائي ڀلاري جي شعر ۾ محبت، قرب، خلوص ۽ اخوت آهي. کين سنڌي ڪافيون تمام گهڻيون پسند آهن ۽ ڀٽائي جو هي شعر ته:

”عالــم آڳون ساڻ، پڙلو تو پير ڪري،
ٻاڻ نه آهي جاڻ، مالڪيءَ مڃ ٻڪيڙو.“

## آبادگار

سندن چوڻ آهي ته اسانجي آبادگار کي گهرجي ته هو پنهنجي پيشي ۾ محنت سان ڪم ڪن چاڪاڻ جو اسانجي ملڪ جو دارومدار زراعت تي آهي جڏهن آبادگار محنت ڪندو ته هي ملڪ زرعي ميدان ۾ ترقي ڪندو جنهن ۾ سندن ۽ ملڪ جو ڀلو آهي. حڪومت طرفان ڪمل زرعي سڌارن جو خيرمقدم ڪندي سندن چوڻ آهي ته اهي آبادگارن لاءِ تمام سٺا اصلاحات آهن ۽ آبادگار کي حڪومت جي ڏنل سهولتن مان فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي.

# جناب حاجي مولا بخش سومرو

جناب مولا بخش خان سومرو ولد خان صاحب محمد عمر سومرو جن سال ١٩٠٥ع ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ شڪارپور ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ انگريزي تعليم حاصل ڪيائون.

سندن چوڻ آهي ته جيڪڏهن ماڻهو چاهي ته ڪامياب زندگي بسر ڪري ته کيس اعتماد، انڪسار، ايثار ۽ استقلال کان ڪم وٺڻ گهرجي ڇاڪاڻ جو ڪاميابي جو راز انهن چئن ڳالهين ۾ لڪل آهي.

## شاگرد:

سومرو صاحب جن شاگردن کي مخاطب ٿيندي فرمائين ٿا ته اسان جو شاگرد محنت ڪري ٿو مگر کيس وڌيڪ محنت ڪرڻ گهرجي، پنهنجي مستقبل کي ڏسڻ جيڪو کين ڪم ايندو ته ڪي ٿلها مطالبا مڙائين.

شاگرد کي گهرجي ته هو استاد ۽ مائٽن جو زياده ادب ڪري کين گهرجي ته ڀٽائي گهوٽ جي رسالي کي پڙهي ۽ ان جا ثمر ٿين، کين محسوس ڪرڻ گهرجي ته هو ايندڙ جا معمار ۽ ابا آهن، ۽ کين ئي مستقبل ۾ ملڪ جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪرڻو آهي.

## شاهه ڀٽائي:

شاهه صاحب بابت سومري صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاهه سائين جي مقابلي جو دنيا جو ڪوبه شاعر ڪونهي،

شاهه سائين لاکڻي لعل جي شاعري ۾ مجاز، پيار ۽ لطافتي
آهي، مسدس شعر ۾ خدا جي ذات ۾ يقين آهي، سومري
صاحب جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو کي ڪو
تڪليف ده مسئلو در پيش آهي ته هو شاهه سائين جي
ڪلام کي پڙهي ۽ پرجهي ۽ ڪيس درپيش آيل مسئلو آسان
ٿي ويندو ڪين هي بيت وڏيڪ پسند آهي.

سٽ اها ته، سارئين؟ - الف جنهن جي اڳيان،
لساحق ورق ورائين - ٻيا پنا پڙهين لڇي.

هاري:

سومري صاحب جن هاري کي مخاطب ٿيندي چون
ٿا ته هاري کي گهرجي ته پنهنجي زمين تي وڌ ۾ وڌ محنت
ڪري اسان وٽ هارين جي اڪثريت آهي تنهنڪري هاري
کي محنت ڪرڻ گهرجي.

سومري صاحب جن سال ١٩٧٠ع جي اليڪشن ۾
قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا. ١٩٥٦ع ۾ ڪانسٽيٽيوشن
اسيمبلي جا ميمبر ٥٨-١٩٥٦ع ۾ پارليامينٽ جا ميمبر ٥٨-
١٩٥٧ع ۾ مرڪزي وزير ٿي رهيا آهن، تنهن کان سواءِ
شڪارپور ميونسپالٽي جا ڪيترا سال پريزيڊنٽ ٿي رهيا آهن
۽ پنهنجي عمر ۾ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا اٿن، ساڻ
ڪيترن ئي شاگردن کي پنهنجي طرفان اسڪالرشپون ڏيندا
آهن، ۽ خير جي ڪمن ۾ وڏي چڙهي حصو وٺن ٿا.

# جناب پير عبدالقادر شاه صاحب جيلاني



پير عبدالقادر شاه صاحب جن جو جنم ۱۷ جولاءِ سال ۱۹۳۴ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ درگاه راشدي پور ۾ ٿيو- سندن والد صاحب جناب پير حضرت احمد شاه جيلاني جن هڪ وڏا خدا پرست بزرگ ٿي گذريا آهن.

حضرت پيران پير دستگير سيد عبدالقادر شاه جيلاني جي اولاد مان آهن، پير عبدالقادر شاه صاحب راشدپور جي جن جو ڏاڏو سيد حضرت محبوب سبحاني جن اولياءالله ۽ سيد محمد صالح شاه جيلاني هڪ وڏا شاعر، بزرگ، اولياءالله ۽ ڪرامت جا ڌڻي هئا. درگاه راشدي پور سنڌ جي وڏين درگاهن مان هڪ آهي، جتي ڪيترائي سائل اچن ٿا ۽ دل جون مرادون ماڻيو وڃن ٿا. پاڻ سنڌي اردو ۽ فارسي ٻولين کان سواءِ ديني تعليم جي به ڪافي سٺي ڄاڻ آهي.

## سماجي خدمت

جناب پير صاحب جن سماجي خدمت ۾ به ڪنهن کان پوئتي نه آهن پاڻ سندن قيمتي زمين عطيه طور ڏيئي

ان ۾ هڪ پرائمري اسڪول ٺهرايو آهي، سندن چوڻ آهي
ته ڪهن الله تعاليٰ غريب عوام جي تڪليفن دور ڪرڻ لاءِ
پيدا ڪيو آهي ته ڪهن علم ۽ ادب سان ڪافي دلچسپي
آهي ۽ ديني اصولن تي ڪاربند آهن.

شاه پناهي

شاه سائين بابت سندن چوڻ آهي ته شاه پناهي
صاحب جن اعليٰ درجه جي هستي آهي ۽ اها هستي
عظيم آهي.

هاري

هاري بابت سندن چوڻ آهي ته ڪهن ڪهڙي نه
پيهي جي ايمانداري سان ڪم ڪن، ملڪ جي آبادي وڌائين
جنهن سان ملڪ ترقي ڪندو.

پاڻ سال ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبلي جا
ممبر ٿيا.

# ملڪ سڪندر خان

ايم- اين- اي



ملڪ سڪندر خان ولد ملڪ سردار خان جي شخصيت سنڌ ۾ ڪنهن به تعارف جي محتاج ناهي، پاڻ پهرين مارچ سن ۱۹۲۷ ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ۾ ڄائا هئا. پاڻ پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ وٺڻ بعد پرائيويٽ طرح سان پڙهيا.

ملڪ صاحب جن رلڻا ملڻا انسان آهن ۽ سنڌي چوڻي موجب، نه پاڻ همت پنهنجي ذاتي مقصدن کان پري رهي قوم جي مقصدن جي لاءِ ڪم ڪندو اٿس. سنڌي زمين جهڙا ڪمن پنهنجي وڏن کان ورثي ۾ مليل هئي انهن کي چاهيو ته ڀلي عوام جي ڪتب اچي.

## سماجي ڪم

(۱) ملڪ صاحب سنڌي زمين ٽسي گهٽ ۾ گهٽ ۱۲ سو ماڻهن کي رهڻ لاءِ ڪالوني ڏني.

(۲) سنڌي زمين کي پاڻ اسٽيڊيم لاءِ وقف ڪيائون جهڙا وري گورنمينٽ ڪوٽڙي ميونسپالٽي کي ڏني.

(۳) هيڊ ڊارو تحصيل اسپتال لاءِ ۱۰ ايڪڙ زمين ڪوٽڙي ۾ وقف ڪئي اٿن.

(۴) ٻنارو ڪمرت ڪاليج جي زمين ملڪ صاحب جن جي آهي جنهن ۾ هي ڪاليج قائم ٿيو ۽ پاڻ ڪو به معاوضو ڪونه ورتو.

(٥) سنڌ يونيورسٽي جون جيڪي عمارتون ٺهيون تهن ۾
ملڪ صاحب جي زمين نه هئي مگر ٻاڻ الهيءَ جو حصو،
نه ورتو.

٩- ٿاڻا بولا خان هاءِ اسڪول ۾ هاسٽل ۽ هيڊماسٽر سير هاءِ
وي ڪان ٿاڻي احمد خان تائين جيڪو رستو آهي سو
سنڌڻ ڪوشش جو نتيجو آهي، ٿاڻي احمد خان ۽ بولا
خان ۾ روشنيءَ جو بندوبست به سنڌڻ ڪوشش جو
نتيجو آهي، ڪوٽڙي ۽ سيوهڻ ۾ به ٻاهر ڪيترائي
پڪا رستا ٺهرايا اٿن، زورل ايڪٽي گرين سيمنٽ جي
تحت به جيڪي آيسون آهن سي سڀئي سنڌ ۾ سنڌڻ
ڪوششن سان ٻهرين ٺمارٽي ويون آهن، سنڌڻ ڪوشش
سان ٤٠٠ ميل پڪا رستا ۽ ٥٠٠ هيڊ پمپ ماڳهن ۾
ورهايا ويا آهن، ٻاهر هڪ رٿ حڪومت کي ڏني اٿن
جنهن تحت محال ڪوهستان ۽ سيوهڻ جو ٻاهر ۾
لاڳاپو ٿيندو. تنهن ڪان سواءِ ڪوٽڙي کي سڌي گئس
۽ ڪراچي سان ٽيليفون جو سڌو سرشتو به سنڌڻ
ڪوشش جو نتيجو آهي. سنڌڻ چوڻ موجب ڀ ٽي
صاحب (وزير اعظم) جي مهربانين سان هڪ ٻي سئي
گئس اسڪيم آهي جيڪا لاڙڪاڻي ۽ دادو ڪان سڌي
ٿيندي ڪراچي وڃي پهچندي جنهن سان ضلع دادو
کي فائدو رسندو. ٻاهر هڪ اسڪيم حڪومت کي ڏروڙ
ڪئي اٿن، جنهن موجب ڪوهستاني علائقي ۾ شڪار
گاهه، پهلا ٽيوب ويل، ٻرساتي ٻاڻي کي موڙي الي جن
زمين کي آبادي لائق بڻائڻ ۽ تنهن ڪان سواءِ هتي
ڪير ٿر جبل جي جيڪا چوٽي آهي اتي هل اسٽيشن
ٺاهي وڃي تنهن ڪان سواءِ هڪ ٻي به اسڪيم آهي،
جنهن تحت هتي نيشنل پارڪ ٺاهيو ويندو ۽ هتي
جانورن جا فارم قائم ٿيندا جنهن تحت هتي جي مال

۽ رڍن، ڳئن، مرن، ۽ ھرڻن جي بہ ڀلائي ڪندي رھندي،
سنڌن ڪوششن سان ڪوھستان ڊولپمينٽ اٿارٽيءَ
موجب ھيٺ اريگيشن جو جوڳو بندوبست ٿيندو ۽ ٻيون
٣- اسڪيمون بہ سنڌن ڪوششن جو نتيجو آھن،
سنڌن ڪوششن سان شاھ صدر لڪي پمپنگ اسٽيشن،
چڪر، مخدوم صاحب، ۽ مالھچند پمپنگ اسٽيشنون بہ
سنڌن ڪوششن جو نتيجو آھن، ھڪ اسڪيم ھيءَ بہ
آھي جنھن تحت گرڊ اسٽيشن جھڙا ڪوٽڙي تعلقي
کي بجلي ڏيندي سا ھاڻي وري انڊس ھاءِ وي کان
سيوھڻ کي بہ بجلي ملندي۔

## سنڌ جي ھاري لاءِ ڏني پيغام:

سنڌن چوڻ آھي تہ زرعي اصلاحات ھاري جي زندگي
کي بلند ڪن ٿا، ۽ ڪيئن مالڪ زمين تي محنت ڪري گھر جي
۽ جيڪي بہ سرڪار طرفان ڪيئن سھولتون مليل آھن تن کي
بروئي ڪار آڻيندي پنھنجي زمين سان پيار ڪن جنھن
جي نتيجي ۾ ھو خوش ۽ شاد ھوندا جيڪڏھن ملڪ جو
ھاري شاد آھي تہ ملڪ بہ آباد آھي.

## ڀٽائي بابت:

سنڌن چوڻ مطابق تہ ڀٽائي اسانجي سنڌ جو روح آھي
سندس پيغام ديني آھي ۽ سندس شعر جو سنڌ جي ذھن
تي قبضو آھي. شاھ ڀٽائي جي بيتن ۾ روحاني راز ۽ وڏي
معنيٰ رکيل آھي.

## شاگردن لاءِ ڪي عرض

اڄ جي شاگرد برادري کي سنڌن صلاح آھي تہ سڀ
کان پھرين ھو تعليم تي ڌيان ڏين، ٻاھر سماجي سرگرمين ۾
بہ ڀلي حصو وٺن مگر انتھا پسندي کان پاسو ڪن. ھو
مستقبل جا معمار آھن ڪين حقيقت پسندانہ رويو اختيار

ڪرڻ گهرجي، جيئن نہ تعليم ۾ انسان کي دنيا سان مقابلہ
ڪرڻو آهي تنهن ڪري ڪين گهرجي تہ ٺهڪندڙ ڪل،
ٿئي، تعليم تي ڌيان ڏيڻ ڪين گهرجي تہ هو تعليمي اصلاحات
مان فائدو وٺن.

# جناب علي حسن خان منگي



جناب علي حسن خان منگي ولد محمد ابراهيم خان منگي سال ۱۹۱۸ع ۾ ڳوٺ خيرو ديرو تعلقہ رتو ديرو ضلع لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ پاڻ علي ڳڙھ مان گريجوئيشن ڪئي. جنهن بعد سال ۱۹۵۰ع ۾ لاڙڪاڻي ڪان سکر ۾ ڪاروبار جي ڪري لڏي آيا.

## سماجي ڪم:-

جڏهن ڪان پاڻ لاڙڪاڻي ڪان لڏي آيا ته سکر ۾ هڪ پبلڪ پڪار آفيس جو بنياد وڌو جن ۾ سڀني ماڻهن جي خدمت ڪندا هئا. جن ۾ لاوارث ڇوڪرا، غريب ۽ بيمار وغيره اها آفيس ۱۹۶۸ع تائين رهي، هاڻ به ڪراچي ۾ وڏن

روزانه ڪمترائي ماڻھو اچن ٿا ۽ اھا آفيس سڀني جي غريب
۽ بيروزگار شاگردن جي مدد ڪري ٿي. ڪاروبار جي مصروفيتن
جي باوجود به مکي صاحب باقاعده پنھنجي آفيس ۾ ويھي
ماڻھن، جون تڪليفون ٻاڻ ٻڌن ٿا، ٻاڻ چون ٿا ته کين
حقيقي خوشي تڏھن حاصل ٿي ٿي جڏھن ٻاڻ ڪنھن جو
نيڪي جو ڪم ڪن ٿا. ۽ سندن چوڻ ته ضرورت مندن
لاءِ سندن دروازا ٢٤ ڪلاڪ کليل آھن، مکي صاحب جن
جي شخصيت متاثر ڪندڙ شخصيت آھي، سندن قول ۽
فعل ۾ ڪوبه فرق نه آھي. سندن چوڻ آھي ته ٻاڻ خدا
کي حاضر ناظر ڄاڻي اھو عھد ڪيو اٿن ته سڄي حياتي
غريب عوام جي خدمت ڪندا رھندا.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي فرمائين ٿا ته، شاگردن کي
گھرجي ته ھو جيترو ٿي سگھي تعليم پرائين، وڌ ۾ وڌ
ٽيڪنيڪل ادارن، ڊاڪٽري ۽ انجنيئرنگ ڪاليجن ۾ وڃن،
ڇاڪاڻ جو اسان کي ڊاڪٽرن، انجنيئرن جي ضرورت آھي.

## ڀٽائي:

شاه ڀٽائي بابت سندن راءِ آھي ته شاه عبداللطيف
ڀٽائي صاحب جن دنيا جي وڏي ۾ وڏن شاعرن مان
ھڪ آھن.

## ھاري

اسان جي ھاري سان مخاطب ٿيندي مکي صاحب
جو چوڻ آھي ته، اسان جي ھاري کي گھرجي ته ھو
سائنٽيفڪ طريقي سان آبادي ڪري اسان جي ھاري کي
وڌ ۾ وڌ محنت ڪرڻ گھرجي. اسان جو ھاري خاص ڪري
فارمنگ ۾ تمام پٺتي پيل آھي تنھنڪري کين گھرجي ته
ھو آبادي وڌائين ھن ۾ ھاري جو ۽ اسان جي ملڪ جو
ڀلو آھي.

معگي صاحب جنهن ۱۹۵۳ع ۾ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۱۹٦۲ ۽ ۱۹٦۵ع جي اليڪشن ۾ حصو وٺي نه سگهيا ۱۹۷۰ جي اليڪشن ۾ آزاد ميمبر سکر مان ڪامياب ٿيا ۽ هاڻي قومي اسيمبلي جا ميمبر آهن.

# جناب مير علي بخش خان ٽالپر

مير علي بخش خان ولد مير الهداد خان جن ١٩٣٦ع ۾ ڀهڊڙي آبائي ڳوٺ مير جي لانڍي ۾ پيدا ٿيا ابتدائي تعليم لانڍي، تنهن بعد ڪراچي ۽ سال ١٩٦٦ع ۾ نورمحمد هائي اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو ۽ سال ١٩٤٨ع ۾ بي اي پاس ڪئي.

## سماجي ڪم:

جيئن تہ لانڍي وارا مير ڪافي مشهور آهن سندن ڪٽنب شروعات کان وٺي هميشہ عوامي خدمت ڪندا رهيا آهن، ميرالهداد خان مرحوم ۾ هڪ سراءِ ٺهرائي ۽ پاڻ هڪ مڪتب قائم ڪيو. جنهن تحت غريب شاگردن کي ڪتاب ۽ اسڪالرشپ ڏني ويندي ٿي.

## شاگرد:-

مير صاحب شاگرد کي مخاطب ٿيندي فرمائين ٿا تہ شاگردن کي گهرجي تہ هو چاهہ سان پڙهن ۽ پنهنجو سمورو وقت تعليم پرائڻ ۾ صرف ڪن، ڪين ملڪ جي مستقبل جي ڄاڻ هئڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ جو اڄوڪي هلي شاگرد جي ڪلهي تي ملڪ جو بار ايندو.

## شاهہ:-

شاهہ ڀٽائي بابت مير صاحب جن فرمائين ٿا تہ شاهہ سائين جي مايہ ناز شاعري آهي، شاهہ صاحب جهڙي شاعري ۾ ڪنهن بہ قسم جي خوشامد ڪانهي ڪين شاهہ صاحب

جو هي ٻنهي وڏيڪ پسند آهن.

ڪالهه أـــي گڏي ٻرين ڪي

جـيڪر ڪـالهه مٿـــي.

ڪـڏهـن ڪـان سڀئين

ڪا سکهي گڏي سڄڻين مٿي

# حاڪم علي خان زرداري

جناب حاڪم علي خان ولد حاجي محمد حسن خان
زرداري جن سنه ١٩٢٩ ۾ ڳوٺ متوحل زرداري تعلقہ سڪرنڊ
ضلع نوابشاه ۾ پيدا ٿيا، ابتدائي تعليم پنهنجي آبائي ڳوٺ
مان مشترڪ نورمحمد هائي اسڪول حيدرآباد مان ڪئي،
تعليم کان پوءِ پاڻ پنهنجي آبائي پيشي زميداري کي لڳي
ويا ۽ نوابشاه ۾ رهڻ لڳا، پاڻ پنهنجي زرداري قبيلي جا
لٺ سردار آهن سندن چوڻ آهي ته راڄ جي چڱي مڙس
جو ڪم آهي ته هو اوکي ويل ڪم اچي.

## سماجي ڪم:

زرداري صاحب جن سماجي ميدان ۾ اڀرندڙ شخصيت
آهن، پاڻ زرداري قبيلن کي گڏي هڪ تنظيم وجود ۾
آندي جنهن جو نالو آل سنڌ زرداري ايسوسيئيشن آهي.
پاڻ ان جماعت جا صدر آهن، هن تنظيم ۾ شامل
زرداري سال ۾ ٻه دفعا گڏ ٿيندا آهن ۽ زرداري ذات جي
سماجي مسئلن ۽ قومي مسئلن تي غورو ويچار ڪيو وڃي
ٿو. حاڪم علي خان جي اها دلي تمنا آهي ته سنڌ جي
پوئتي پيل قبيلن کي سماجي ۽ معاشي طرح اڳاڪرو ڪيو وڃي.

## شاگرد:

زرداري صاحب جو چوڻ آهي ته اڄ جي شاگرد کي
جيڪڏهن ڪا نوڪري نٿي ملي ته هو وڃي ڪمتي ڪري
۽ تعليم يافته هئڻ جي صورت ۾ هو تجربي سان پنهنجي سٺي
طرح ڪاهيندو ۽ نت نوان تجربا ڪندو ۽ هڪ اڳڀرو هيل

کان وڌيڪ پڙهي ۽ ماڻهن جي خدمت ڪندو بهرطور هو
محسوس ڪري.

**هاري:**

اسان جي هاري ڪي مخاطب ٿيندي زرداري صاحب
چيو آهي ته اسان جي هاري کي وڌيڪ محنت ڪرڻ
گهرجي ڪمس ريڊيو، ۽ اخبار به پڙهڻ گهرجي، سماجي برائين
کان پاسو ڪري ڪمس پنهنجو اصلي مقام حاصل ڪرڻ گهرجي،
پنهنجي پڙهي، مثال، سان چاهت اولاد جي تعليم تي ڌيان
ڏئي ڪمس پنج وقت نماز تي ڌيان ڏيڻ گهرجي.

**سياحت:**

زرداري صاحب جن ڪيترا ديس ۽ ٣ عمرا ڪيا آهن.
تنهن کان سواءِ سڄي يورپ جو سفر به ڪيو آهي. پاڻ
عوامي حڪومت (پيپلز پارٽي) جي ٽڪيٽ تي ١٩٧٠ واري
اليڪشن ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# جناب نور محمد خان لنڊ



جناب نور محمد خان لنڊ بلوچ ولد سردار دادن خان لنڊ جن سنه ۱۹۳۳ ۾ پنهنجي ڳوٺ نور آباد تعلقه ميرپور ماٿيلو ضلع سکر ۾ ڄاوا. پاڻ پرائمري تعليم ڳوٺان ۽ ميرپور ماٿيلي مان انگريزي تعليم حاصل ڪئي. تنهن بعد پنهنجي آبائي ٻنهي زميداري کي لڳي ويا.

## سماجي ڪم

لنڊ صاحب جن جو چوڻ آهي ته جروار شهر جهڪو ميرپور ماٿيلي ۾ آهي اهي ٽيليفون ايڪسچينج ڪالهه هتي پاڻ ڪوشش ڪري اها بحال ڪرائي. ڳوٺاڻي ترقياتي پروگرام هيٺ پاڻ ڪوشش وٺي درويش لاڳيچ تائين رستو جروار هائي اسڪول ۽ پارو لنڊ، ڪروهي وارو رستو به هن

عوامي دور ۾ ٿيو ۽ لنڊ صاحب انهيءَ ۾ ڪوشش ورتي ٻار غريب شاگرد کي اسڪالرشپون ڏين ٿا ۽ سندن ڳوٺ ۾ سندن قائم ڪيل هڪ مدرسو آهي جنهن ۾ ۴۰ ڇوڪرا قرآن شريف جي تعليم حاصل ڪن ٿا.

## شاگرد

اسان جي شاگرد کي مخاطب ٿيندي لنڊ صاحب جو چوڻ آهي ته شاگردن کي گهرجي ته سياست کان پاسو ڪن ۽ صحيح اصولي سان تعليم پرائين ڪين محنت ڪري تعليم پرائڻ گهرجي هو محنت سان ئي سواليل جوابداريون پوريون ڪندا.

## شاه پٽائي:

پٽائي گهوٽ بابت سندن چوڻ آهي ته شاه سائين کان وڏيڪ سندن نظر ۾ ڪو به شاعر ڪونهي. شاه بزرگ هستي آهي پٽائي جي شعر ۾ الله جي راه ڏسيل آهي. ڪين هي شعر وڏيڪ پسند آهي.

سچڻ هجي ساڻ - پاڻ ڏيهه ڏنگايون ڪري.

## هاري:

هاري کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته هاري جي محنت سان ملڪ کي فائدو رسندو. ڪين گهرجي ته عوامي حڪومت جي رائج ڪيل زرعي اصلاحات سان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪن. ڪين پنهنجي جوابداري محسوس ڪندي پنهنجي ملڪ پنهنجي ڪٽنب جي تعليم ۽ تربيت لاء وڏيڪ محنت ڪرڻ گهرجي.

لعل صاحب جن ۱۹٦۷ع ۾ حج ڪيو آهي ۽ پارليامينٽري وفد سان گڏ ترڪي جو به دورو ڪيو اٿن. پاڻ ۱۹۷۰ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# جناب عطا محمد خان مري



جناب عطا محمد خان مري ولد جناب علي محمد خان مري صاحب جن ٢٥ جون ١٩٣٧ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڀرالي ۾ پيدا ٿيا، ابتدائي تعليم ڀرالي مان ۽ انهن بعد مئٽرڪ ١٩٥٨ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ڪئي، انٽر تائين تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجي آبائي علائقي زمينداري ۾ لڳي ويا.

## سماجي ڪم:

جڏهن ڀرالي هائي اسڪول ٺهيو ته پاڻ ان لاءِ پنج ايڪڙ زمين ۽ ٤٠٠٠٠ رپيا چندو ڏنو سندن ڳوٺ ڀرالي ۾ هڪ مسافر خانو سندن وڏن جو ٺهرايل آهي، جنهن ۾ مسافر ترسن ٿا. جڏهن ڀرالي ۾ واٽر ٽئنڪ ٺهي ته پاڻ ان لاءِ زمين ڏني، ۽ عيدگاهه لاءِ ٢ ايڪڙ زمين

ٻاڻ اڃا تائين ڪمترن غريب شاگردن کي اسڪالرشپون ڏيندا رهن ٿا. ٻـاڻ سال ١٩٦٥ع ۾ آر- ٽي- اي جـا ممبر هئا ته ٻاڻ رستن جي سروي لاءِ ڪافي ڪم ڪيو سندن کي ڪوششن سان سندن ڳوٺ ۾ بجلي آئي.

## شاگرد

مري صاحب جن شاگرد کي مخاطب ٿيندي چون ٿا ته شاگرد کي گهرجي ته هو پنهنجو سمورو وقت پڙهائي ۾ صرف ڪري ۽ ڪمن پنهنجي زندگي جو معيار بلند ڪرڻ گهرجي ۽ ڪن جديد سهولتون ململ آهن تـن مان پورو پورو فائدو حاصل ڪن شاگرد کي پارٽي پالمٽيڪس ۾ حصو نه وٺڻ گهرجي سياست جـي ڄاڻ پلي هجڻ مگـر مڪمل ڪرڻ کان پوءِ پلي عملي حصو وٺن- شاگرد کي گهرجي ته هـو غلط هٿن ۾ نه ڪمڏن، استاد، مائٽ جو ادب ڪـرڻ سندن فرض آهي ۽ ڪمن گهرجي ته قانون کي پنهنجي هٿ ۾ نه وٺن.

## شاهه پڻائي

شاهه صاحب بابت سندن چوڻ آهي ته شاهه سائين جو شعر هر دور جي مطابق آهـي سندن شاعري ۾ هـر وقـت خوف خدا ۽ خدا جي بندگي لاءِ چيو ويو آهي قرآن پاڪ ۽ حديث کان پوءِ شاهه جو رسالو مقدس ڪتاب آهي.

هون ته شاهه سائين جو ڪلام سڄو پارس آهـي مگر ڪمن هي بيت وڏيڪ پسند آهي.

واڄهائي وطن کـي جـي آئـون هت مـاس-
ته گور مهنجي سومرا ڪـچ پنهنجدارن پاس،
مـالـي جماس جـي و جـي مـرڻ ملـر ڏي-
(شاهه)

## هاري

هاري بابت سندن چوڻ آهي ته هـاري کي گهرجـي ته وڏيڪ محنت ڪـري ۽ جيتري محنت وڌيڪ ڪندو

اوترو ڪمس ۽ ملڪ کي فائدو رسندو ۽ اسانجو ملڪ خود
ڪفيل ٿيندو، اسين خوشحال ٿينداسين، جڏهن آبادي
وڌائيندا ته اسين وري ٻاهرين ملڪن مان دوان زرعي اوزار
۽ سنا پڻ گهرائي سگهنداسين.

باط ۱۹۷۰ع اليڪشن ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# جناب مير دريا خان کوسو

جناب مير دريا خان کوسو جن سال ١٩٢٥ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڏيهن پور تعلقہ ٽل ضلع جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺان ۽ ١٩٤٣ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي تنهن بعد پنهنجي آبائي ملڪي زمينداري کي لڳي ويا.

## سماجي ڪم:

مير صاحب جن رلڻي ملڻي شخصيت آهن، تنهن کان سواءِ پاڻ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا آهن، جن ۾ پنهنجي ڳوٺ جو هاءِ اسڪول، انٽرميڊيئيٽ ڪاليج پنهنجي پئسن سان ۽ پنهنجي ضلع جي ڪيترن ئي ادارن جي مدد ڪندا رهن ٿا.

## کوسو تنظيم

جنهن جو وجود ١٩٦٢ع ۾ وڌائون ۽ سال ١٩٧٠ع ۾ سنڌ ليول تي ان تنظيم کي وڌايو ويو جنهن جا پاڻ صدر آهن کوسو برادري لاءِ سندن چوڻ آهي ته کوسو برادريءَ کي گهرجي ته هو نئين روشني ۾ اڳتي وڌن ۽ تعليم کي حاصل ڪن، تان ته هو معاشري ۾ صحيح مقام حاصل ڪري سگهن- پاڻ ۾ قومي اتحاد پيدا ڪن سندن جهڳڙا پاڳراڻي ليولي سان نبيرن، جناب مير صاحب جو خيال آهي ته جيڪي به مستحق ماڻهو آهن ان جي مدد پڻ ڪئي وڃي.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي کوسو صاحب جن فرمائن

ڏا ته هو سياسي بيداري ۽ شعور کان ڪم ورتن، مخصوص
قومي جذبو هئڻ لازمي آهي. شاگرد کي وڌيڪ محنت ۽
اسڪول جي تعليم تائين پورو ڌيان ڏيڻ گهرجي سندن هر
ڪو ڪم تعميري هجي ۽ تخريبي نه هجي.

## شاهه ڀٽائي:

شاهه صاحب بابت ڪوسي صاحب جن جو چوڻ آهي ته سنڌي جو بنياد شاهه صاحب جو شعر آهي، شاهه سائين جي شعر ۾ روحانيت ۽ قوميت جو پيغام آهي.

ڪوسي صاحب جن ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# سيد قربان علي شاه

## سنڌ



سيد قربان علي شاه ولد غلام نبي شاه ۲۰ ڊسمبر ۱۹۳۹ ۾ ميرپور خاص ۾ ڄاوا. ابتدائي تعليم ڳوٺان تنهن بعد اين. جي. وي اسڪول ڪراچي ۾ ۱۹۶۲ ۾ ميٽرڪ ميرپور خاص مان ڪئي ۽ ۱۹۶۸ ۾ گريجوئيٽ ٿيا، تنهن کان پوءِ والد صاحب جي وفات ڪري وڌيڪ تعليم جاري رکي نه سگهيا.

### سماجي ڪم:

سيد قربان علي شاه صاحب جن جي هڪ سٺا سماجي ورڪر آهن. تازو ٻوڏ دوران ڪان ستايلن لاءِ ۵۰،۰۰۰ هزار رپيا جمع ڪري جهڪي ان وقت جي وزير اعليٰ جناب ممتاز علي خان ڀٽي کي ڏنا تنهن بعد ۱۰۰۰ رپيا ٻيا به جمع ڪري سيد قائم علي شاه جن کي ڏنا ۽ اهي پئسا ٻوڏ جي ستايلن جي امداد لاءِ هئا، تنهن کان سواءِ شهرن

مان ڪمترائي ڪاڌي جا پارسل جمع ڪري پوڙهن جي ستايلن ۾ تقسيم ڪيا ويا. جيئن ته سندن والد سيد غلام نبي شاه جن جو سماجي ڪمن ۾ تمام گهڻو ڀرو ورتل هو سو ميرپور خاص جو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال سندن نالي سان سڏجي ٿو. سيد قربان علي شاه ميرپور خاص ڪلب جا صدر آهن. سندن چوڻ ته ميرپور خاص ۾ ٿڌي پاڻي جي فلٽر پلانٽ لڳائڻ ۾ سندن ڪافي هٿ هو ۽ الهيءَ ڪم ۾ سينٽ ڊرلاج پيش پيش هو هن
ٿڌو پاڻي پيئڻ ٿا.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي قربان علي شاه ن جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن شاگرد چاهي ته سندس مستقبل چمڪي ته ڪمس تعليم تي توجه، محنت ڪرڻ جو جذبو ۽ استاد مائٽ جي عزت ڪرڻ گهرجي تعليم جيڪا هو پرائين ٿا سا عملي هجي جيڪا اڳتي هلي ڪم اچي. شاگرد کي زرعي ڄاڻ هئڻ لازمي آهي ڇاڪاڻ جو اسان جو هاري اڪثريتهل آهي، جيڪڏهن شاگرد کي زراعت ۾ ڄاڻ آهي ته اڳتي هلي هو ملڪ جي زراعت وڌائڻ ۾ وڏو مددگار ٿي سگهي ٿو.

## شاه ڀٽائي

سيد قربان علي شاه جو چوڻ آهي ته شاه شاه ڀٽائي هڪ اعليٰ پايه جا شاعر ٿي گذريا آهن، شاه جي ڪلام کي دنيا جي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪري دنيا کي روشناس ڪرايو وڃي ته دنيا کي به شاه سائين بابت ڄاڻ ٿئي ۽ پروڙ پوي. کين شاه سائين جو هي ڪلام وڌيڪ پسند آهي.

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نه ڪهي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نه ملي.
( شاه )

**هاري:**

اسان جي ملڪ جو دارومدار زراعت تي آهي ماضي ۾ زراعت جي بجاءِ صنعت تي ڌيان ڏنو ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ملڪ جي زراعت ڪافي پٺتي پئجي وئي ان سان گڏوگڏ هاري کي محنت ڪرڻ کپي. هن وقت دنيا جي طاقت اناج ۾ آهي. اسان جي ملڪ جو دارومدار زراعت تي آهي تنهن ڪري عوامي حڪومت جي ڏنل زرعي فائدن مان پورو پورو فائدو حاصل ڪن.

سيد قربان علي شاه جن سينيٽ جا ميمبر آهن ۽ سنڌ مان چونڊيل آهن.

# خانصاحب غلام رسول ڪيهر

## موجوده اسپيڪر سنڌ اسيمبلي

خانصاحب غلام رسول خان ڪيهر صاحب جن تاريخ ۱۰ جولاءِ ۱۸۹۹ع ۾ ڪيهر ڳوٺ ضلع لاڙڪاڻه ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺان ورائي تنهن بعد مدرسته السلام ڪراچي ۽ مشترڪ سڪر هاءِ اسڪول مان پاس ڪئي. بي-اي آنرس ۱۹۲۴ ۾ بمبئي يونيورسٽي مان پاس ڪئي ۽ ۱۹۲۵ ۾ مختيارڪار ٿيا. تنهن بعد سندن خدمتون رياست خيرپور جي حوالي ڪيون ويون جتي نائب وزير ۽ دفتردار خيرپور رياست جي عهدي تي ۱۹۳۵ تائين فائز رهيا. تنهن بعد ڪين خيرپور مان گهرائي ڪين ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو. تنهن کان پوءِ ۱۹۴۴ ۾ ڪليڪٽر مقرر ٿيا تنهن کان پوءِ پاڪ هندن عهدن تي فائز رهيا. اسپيشل مئجسٽريٽ، سيڪريٽري ايگريڪلچر، انڊسٽريز لوڪل سيلف گورنمينٽ، تعليم ۽ صحت تي رهيا آهن.

۱۹۵۳ ۾ پاڪرٽائر ٿيا ۽ تنهن کان پوءِ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۽ ريونيو ۽ ايگريڪلچر جا وزير ٿيا. ۱۹۵۶ع ۾ مرڪزي حڪومت طرفان ميمبر پاڪستان ٽيڪسيشن ڪميٽي ٿيا ۽ ۱۹۶۴ ۾ پاڪستان پاڪستان نيشنل ڪميشن جا چيئرمين ٿيا تنهن دوران ڪين ستاره قائداعظم مليو ۱۹۷۰ جي چونڊن ۾ پاڪ پيپلس پارٽي جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۽ ۲ مئي ۱۹۷۶ تي ڪين ٻيهر صوبائي اسيمبلي سنڌ جو اسپيڪر منتخب ڪيو ويو.

## سماجي ڪم

کهڙ صاحب جن ١٠ سال شهرين ڪوآپريٽو سوسائٽي جا چيئرمين رهيا آهن ۽ شهرين جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪيترو ئي ڪم ڪيو اٿن ۽ سنڌ مدرسه ڪراچي جي بورڊ جي مئنيجنگ ڪميٽي ۾ به سالن کان ڪافي هٿ آهي. کان سواءِ سر عبدالله هارون يتيم خاني، ڪالجن، اسڪولن اسپتال ۽ ميٽرنٽي هوم لاءِ به پاڻ ڪافي ڪم ڪيو اٿن هينئر پاڻ ٻنهي منصب کي سهڻي نموني سان هلائي رهيا آهن.

# جناب عبدالله خان رند بلوچ



جناب عبدالله بلوچ ولد رئيس محبت خان رند بلوچ جن سال ١٩٣٤ع ۾ هالاڻي تعلقه ڪنڊياري ۾ پيدا ٿيا.

ابتدائي تعليم هالاڻي ۾ ، مئٽرڪ ١٩٦١ع ۾ نوابشاهه مان ڪئي تنهن بعد ڪراچي مان بي- اي ۽ ايم - اي ڪئي.

## سماجي ڪم

جناب بلوچ صاحب شروعات کان وٺي سماجي ڪمن ۾ دلچسپي سان ڀرپور وٺندا ٿي رهيا آهن، پاڻ عوامي دور ۾ ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيشن ڪميٽي جا چيئرمين هئا، ۽ سندن ايمانداري ۾ ڪيترن ئي ڳوٺن کي بجلي، پاڻي جون سهوليتون مليون تنهن کان سواءِ ڪيترا ماڊل تيار ٿيا آهن اهو ئي سندن ڪاوشن جو نتيجو آهي. تنهن کانسواءِ پاڻ

ڪي - ڊي - اي بي گدر لنگ پارٽي جا ميمبر هئا ۽ ميمبر جي صدارت ۾ پاڻ هميشه سماجي ڪمن ۾ سرگرمي سان ڀرو وٺندا رهيا پئي آهن- ۽ پاڻ هميشه عهدن تي فائز رهيا آهن.

شهر ميرن ڪو آپريٽو سوسائٽي جا ڊائريڪٽر- جتي پاڻ شهر ميرن جي فلاح و بهبود لاءِ ڪافي ڪم ڪيو آهي ۽ سوسائٽي کي ترقي وٺائي. ٽائونن ڪمپليمنٽ ڪميٽي جا ميمبر هئا.

ڏوڪ ۽ ڪلهڙ جي ڪميٽي جا چيئرمين هئا. انهن کان سواءِ پيون به فلاح ۽ بهبود جون اٽڪل ١٤ ڪاميٽيون آهن جن سان سندن گهرو تعلق آهي.

بلوچ صاحب، جن ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ سنڌ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۽ جتوئي صاحب جي ڪابينه ۾ وزير محنت، اوقاف ۽ سماجي بهبود آهن ۽ پاڻ رات ڏينهن مشغول رهن ٿا.

بلوچ صاحب جن پيپلس پارٽي جي بي لوث ڪارڪنن مان هڪ آهن.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي بلوچ صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاگرد کي تعليمي اصلاحات مان وڌ مان وڌ فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي، ۽ ڪي عناصر اهڙا آهن جيڪي چاهين ٿا ته شاگردن ۾ بي چيني ڦهلجي ۽ شاگردن کي پنهنجو اصلي سچ سمجهڻ گهرجي ۽ اهي عناصر نٿا چاهين ته ڪو شاگرد اڳتي هلي ترقي ڪن.

## شاه ڀٽائي

شاه سائين بابت بلوچ صاحب جن جو چوڻ آهي ته ڀٽائي جي ڪلام جو جواب ناهي ۽ لاثاني آهي، شاه صاحب هميشه همٿن جي مدد پئي ڪئي آهي سندن رسالو

جامع آهي جيڪڏهن اسين انکي صحيح پڙهون ته اسان
کي حديث وارين سڀ حقيقتون انهن ملنديون. شاهه جو
سڄو رسالو مانڪ موتي آهي مگر ڪن هي شعر وڌيڪ
پسند آهي.

جي تو بخت ڀلارا، سي آڳتون آهين
لوهه م لاهين، پريان سندي پار ڏي
(شاهه)

## هاري

هاري کي مخاطب ٿيندي بلوچ صاحب جو چوڻ آهي
ته هاري کي پنهنجي زمين تي ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ حڪومت
طرفان ڏنل سهولتن مان فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ هاري
کي هاڻي گهرجي ته هو وڌيڪ محنت ڪري اسان جي
ملڪ جي معيشت جو بنياد آبادي تي آهي. محنت سان
هاري به خوشحال رهندو ۽ ملڪ جي معيشت به مضبوط
ٿيندي تنهنڪري هاڻي سندن فرض آهي ته هو محنت
ڪن ۽ ملڪ کي خود ڪفيل بڻائڻ لاءِ هٿ ونڊائين.

## اوقاف

بلوچ صاحب جن جو چوڻ آهي ته جنهن وقت کان
اوقاف جو ادارو مليو هو تنهن وقت کان ڪالي ۾ ڪنٽرولرن
جي خاتمن هئڻ سي ختم ٿيون هن ڪالي کي اهڙي
ماڻهن ۾ اهڙو ڪم ويندو جو هي ڪالو ڪنهن جو محتاج
نه ٿئي. ۽ ناجائز آمدني ۽ خرچ جو خاتمو ڪيو ويو آهي
تنهن کان سواءِ اوقاف جي جائداد جو ناجائز استعمال ٿيڻ
نه ڏنو ويندو.

## سماجي بهبود

بلوچ صاحب جو چوڻ آهي ته ضرورت محسوس ڪئي
وئي ته سماجي بهبود کي محنت ڪالي سان ملايو وڃي
اهڙي ڪري ڳوٺاڻن کي هن ڳالهه سان روشناس ڪرايو ويو

۾ ڪاٽي ڳوٺاڻن کي انڊسٽريل هومس- دارالامان، ۽
ئن سماجي ڀلائي وارين تنظيمن مان ڏاڍو رسندڙ.
هن ڪان سواءِ سوشل سيڪيورٽي تحت مزدورن کي
معالج جون سهولتون ۽ ڏنل آهن ليبر اصلاحات جي
مل مالڪ مزدور جي ڀار جي ڦڙهائي لاءِ ڀتسا ڀرينديڙ.
ۡ طرح ملڪ جي مزدور طبقي جي مالي حالت
ڪم ٿيندي.

# جام صادق علي خان



جام صاحب جن جو جنم ١٩٣٥ع ڌاري پنهنجي آباڻي ڳوٺ
جام نواز علي ۾ ٿيو. سندن والد صاحب جام ڪالو خان ج
شمار سنڌ جي مشهور ۽ معروف هستين ۾ ٿئي ٿو. جا
صادق علي خان ابتدائي تعليم هتان حاصل ڪرڻ کان پو
جي. ايس. سي ايگريڪلچر ۾ ڪئي. تعليم ختم ڪرڻ کان
پوءِ پنهنجي آباڻي پنهنجي زميداري کي لڳي ويا ۽ سندن
شمار سنڌ جي روشن خيال زميندارن ۾ ٿئي ٿو. پاڻ اعليٰ
تعليم يافته ۽ بهترين ذهانت جا مالڪ آهن.

## سماجي ڪم

جيئن ته جام گهراڻو سماجي ڪمن ۾ ڪڏهن ڪاب

ٽتي ٻيل نہ آهي هن گهراڻي هميشہ سماجي ڪمن ۾
ڀ چڙهي حصو ورتو آه. اهوئي سبب آه جو هي
ندان سنڌ ۾ ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آه. هن خاندان
نڌ ۾ ان جي عوام جون سٺيون خدمتون ڪيون آهن.
اب شاه هاءِ اسڪول جي بلڊنگ جناب ڄام صادق علي
ب چاچي مرحوم پاڻ ٺهرائي آه ۽ اتي ئي آئمب آريو
ئمڊ سينٽر ٺهرايو. ڄام صادق علي خان جيئن نہ خدا ترس
علم دوست ماڻهو آهن، تنهن ڪري پاڻ ڪيترن ئي
ب ۽ محنتي شاگردن جي هر وقت مدد ڪندا رهن ٿا.

**اگرد:**

شاگرد کي مخاطب ٿيندي ڄام صاحب جن فرمائن
نہ شاگرد کي گهرجي تہ هو پڙهي ۽ هر ڪنهن ٽيڪنيڪل
ن ۾ اسپيشلائيزيشن ڪرڻ گهرجيس ۽ عوامي حڪومت
، رائج ڪيل تعليمي اصلاحات مان ڪين پورو پورو فائدو
مل ڪرڻ گهرجي. ڪين استاد ۽ مائٽن جي وڏ ۾ وڏ
ت ڪرڻ گهرجي جيڪا اسلام ۾ بہ جائز آهي.

**ه يڪائي:**

لاڪيڻي لطيف جي شعر ۽ رسالي بابت ڄام صاحب
چوڻ آه تہ شاه جو رسالو اسلام جي اصولن مٿالدر آهي.
۽ سائين جو ڪلام بي بها ۽ جامع آهي هونئن تہ سڄو
ڪلام سون آهي هيئنون شعر ڄام صاحب کي وڏڪ
ڊ آهي.

جي تو بيت ڀانئيا سي آيتون آهن،
نيو من لائين ۽ ٻان سنڌي ٻار ڏي.

**ري:**

هاري کي مخاطب ٿيندي ڄام صاحب جو چوڻ آه
هاري کي پنهنجي آبادي وڌائڻ لاءِ وڏڪ محنت ڪرڻ
جي ۽ عوامي حڪومت جي رائج ڪيل زرعي اصلاحات

مان وڏي ۾ وڏو فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. ڪمس سستي
ڪاهلي کان نفرت ڪرڻ گهرجي.

جام صاحب جن جيئن ته زراعت کان سٺي طرح و
آهن ۽ پاڻ ڪيترا دفعا سرڪاري وفد جي قائد جي حيث
سان جرمني ويا جتي زراعت رٿابندي آبپاشي جي سيم
۾ شرڪت ڪئي. پاڻ ۱۹۶۴ع ۾ سانگهڙ مان قومي اس
جا ميمبر چونڊيا ۽ پارليامينٽري سيڪريٽري براءِ رٿابند
اقتصادي امور ٿي رهيا آهن. ۱۹۷۰ع جي عام چونڊ
صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر ٿيا آهن ۽ جناب ممتاز
خان ڀٽو. اڳراڻي وزير اعليٰ سنڌ جي وقت ۾ صوبائي
آبڪاري محصول ۽ لوڪل گورنمينٽ مقرر ٿيا ۽ مو
وزير اعليٰ جناب غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي ڪابي
صوبائي وزير آبپاشي، بجلي، رٿابندي ۽ لوڪل گورنم
جي عهدي تي ڪم ڪري رهيا آهن.

# آغا صدرالدين دراني



آغا صدرالدين ولد آغا شمس الدين جي شخصيت ڪنهن تعارف جي محتاج نه آهي. پاڻ ۳ ڊسمبر ۱۹۲۰ ۾ سکر ضلع جي ڳوٺ ڳڙهي ياسين ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم ڳڙهي ياسين جي ورنيڪيولر اسڪول مان، تنهن کان پوءِ سينٽ پيٽرڪس هاءِ اسڪول مان سال ۱۹۴۰ ۾ (سينيئر ڪيمبرج) ۽ سال ۱۹۴۲ ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج مان انٽر ڪيو. تنهن بعد پاڪستان نيوي ۾ ڪمن ڪميشن ملي. سال ۱۹۴۴ ۾ يو. ڪي مان فزيڪل ٽريننگ ۾ ڊپلوما حاصل ڪيو. ۱۹۴۹ ۾ رائل ڪاليج يو. ڪي مان ٽيڪنيڪل انجنيئرنگ مان ڊپلوما ڪيو ۽ سال ۱۹۵۳ ۾ مڪينيڪل انجنيئرنگ ۾ آمريڪا مان ڊپلوما ڪيو. سال ۱۹۵۶ ۾ پريزيڊنٽ ميونسپالٽي ڳڙهي ياسين ۱۹۶۰ ۾ ميمبر ضلع ڪائونسل سکر ۱۹۶۵ ۾ اولهه پاڪستان اسيمبلي جا ميمبر ۽ ۱۹۸۶ ۾ پارليامينٽري سيڪريٽري زراعت، چيئرمين ضلع رابطه ڪميٽي

ضلع سکر لئه انهن کان سواءِ ڇهه ٻيلٽ ايڪائونٽ ڪميٽي ۽ مهمبر ايگريڪلچر سپلاءِ بورڊ جا آهن.

آغا صاحب تمام سٺا اسپورٽس مين آهن ۽ اسڪول واري وقت کان وٺي راندين ۾ ڏاڍي دلچسپيءَ سان ٻهرو ٿي ورتو اٿن ۽ انهن راندين مان ڪرڪيٽ، هاڪي، والي بال، باڪسنگ ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ به راندين ۾ نمائندگي ڪئي اٿن.

پاڻ سڀ کان پهريائين جديد طريقن سان پوکيل فارم کان پنهنجي ضلع کي روشناس ڪرايو جنهن فارم جو نالو آهي ”جنت المبارڪ“ ۽ انهن تجربو ڪري زراعت جي جديد اوزارن کان به ماڻهن کي روشناس ڪرايو اٿن سندن فارم ۲ سو ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي.

## سماجي خدمتون

پاڻ پنهنجي تر ۾ ڪيترين ئي اسپتالون، رستا ۽ ٺهرايا اٿن، سندن چوڻ آهي ته جن هارين جا ٻار پڙهن ٿا انهن کي هو خاص رعايتون ۽ مددون ڏين ٿا. هاءِ اسڪول پڙهڻ لاءِ پنهنجي زمين به ڏني ۽ وقف، پرائمري اسڪول لاءِ به سندن ڪوششون هيون.

## شاگرد

سندن چوڻ آهي ته اڄ جي شاگرد کي گهرجي ته هو پنهنجو سمورو وقت پڙهائي ۾ صرف ڪري جيڪڏهن سمورو وقت نه ته به پنهنجو گهڻو وقت پڙهائي ۾ ڏئي. هو محنت ڪري ۽ پنهنجو مستقبل ٺاهي.

## شاهه پٺائي

شاهه سائين بابت سندن چوڻ آهي ته شاهه جهڙو بهترين شاعر نه ٿيو نه وري ٿيندو. سندن ڪلام ۾ روحانيت آهي شاهه دنيا جي ڄاتل سڃاتل هستي آهي ۽ شاهه جو هرهڪ

شعر موکي آهي ڪڻ هي شعر وڏيڪ پسند آهي.

لٿي ٿڌي ڪاهه لاهي ويل وڻن جي
متان ٿيندي اولاهه پير نه پسين پنهل جو
(شاه)

## هاري

اڄ جي هاري ڀاءُ کي مخاطب ٿيندي چون ٿا ته هاري کي گهرجي ته هو پيداوار وڌائي ۽ محنت ڪري جنهن ۾ ڪيس فائدو آهي زراعت جي جديد طريقن کان ڪيس واقفيت هئڻ گهرجي.

ڪڻ گهرجي ته وڌ ۾ وڌ آبادي وڌائين ۽ گهٽ ۾ گهٽ اناج اپائين، اسان جي عوامي حڪومت جي جاري ڪيل زرعي سڌارن مان ڪيس فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ نون مشينائيز طريقن سان پنهنجي زمين مان گهڻي پيداوار حاصل ڪريون ته جيئن اسين ٻاهرين ملڪن مان غير ملڪي ناڻو ڪمايون.

جيئن ته آغا صاحب جن جا والد آغا شمس الدين پنهنجي وقت جي مشهور هستي هئا ۽ ايم. ايل. اي هئا. انهن کان سواءِ سندن ڀاءُ آغا بدرالدين پڻ سنڌ اسيمبلي جا اسپيڪر هئا.

# جناب سيد قمرالزمان شاه

## سينيٽر سنڌ



جناب سيد قمرالزمان شاهه ولد جناب محمد قاسم شاهه جن سال ۱۹۳۳ع جي ۱۲ نومبر ڀهڄي آباڻي ڳوٺ لڪڙ تعلقه ٽنڊو محمد خان ۾ پيدا ٿيا ۽ پاڻ لڪڙائي سيد مشهور آهن سندن خاندان سنڌ ۾ تعارف جو محتاج نه آهي، ڇاڪاڻ جو سندن ڪيل خدمتن جو احساس ماڻهن جي دلين ۾ محفوظ آهي.

سيد قمرالزمان شاهه جن جي تربيت الحاج سيد مهران محمد شاهه صاحب جن جي هٿان ٿي ۽ اهوئي "قمر" جنهن اڳتي هلي ٺهڪندڙ صحيح مقام ماڻيو ۽ قمرالزمان شاهه جي نالي سان مشهور ٿيو. جناب سيد مهران محمد صاحب جن جناب قمرالزمان شاهه جي صلاحيتن کي پرکيندي ڪين آهن نه تربيت ڏني جنهن جي سيد قمرالزمان شاهه کي ڀرج هٺي.

الحاج ميران محمد شاه جن سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي جا
اسپيڪر سنڌ گورنمينٽ ۾ وزير ۽ پاڪستان طرفان اسپين
۾ به سفير رهي چڪا هئا، انهن کان سواءِ سيد ميران محمد
شاه جن هڪ نهايت ئي رحمدل، سخي ۽ همدرد انسان ٿي
گذريا آهن. سندن ڪيل ڪارناما هميشه يادگار رهندا،
انهن کان سواءِ اعليٰ پايه جا شاعر پڻ ٿي گذريا آهن.

جناب قمرالزمان شاه جن ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان
پوءِ بي. اي (آنرس) ۱۹۵۷ ۽ ايل. ايل بي جي ڊگري ۱۹۵۹
۾ ڊگري حاصل ڪئي. جيئن ته شاه صاحب جن جو شمار
ذهين شاگردن ۾ ٿيندو هو انهن ڪري تعليم دوران پاڻ
وقت بوقت تعليمي ادارن سان منسلق ٿي رهيا جن مان
۱۹۵۳ ۾ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد اسٽوڊنٽس يونين جا
جنرل سيڪريٽري ۱۹۵۸-۵۷ ۾ جنرل سيڪريٽري سنڌ
لا ڪاليج انهن کان سواءِ انٽرنيشنل سيڪريٽري سنڌ
يونيورسٽي انٽر ڪاليجيٽ باڊي، پاڪستان نيشنل يوٿ
ڪائونسل جا ميمبر، ورلڊ يونيورسٽي نيشنل ڪميٽي براءِ
پاڪستان جا ميمبر يونائيٽيڊ نيشنس اسٽوڊنٽس ايسوسيئيشن
آف پاڪستان جا وائيس پريزيڊنٽ ورلڊ يونيورسٽي سروس
ان پاڪستان جا سيڪريٽري ۽ جنرل سيڪريٽري ٿي
رهيا آهن.

## سماجي ڪم

جيئن ته شاه صاحب جن هڪ سٺا سماجي ورڪر آهن،
سندن ڪيل ڪمترا ئي سماجي ڪم يادگار رهندا، پاڻ
جڏهن حيدرآباد شهر جا چيئرمين هئا ته پاڻ هميشه پنهنجي
يونين ڪميٽي کي ڪافي ترقي وٺائي، انهن کان سواءِ
شاه صاحب جو هر سماجي ڪم ۾ وڌ کي چڙهي بهرو
ورتل آهي.

## شاگرد

اڄ جي شاگرد کي مخاطب ٿيندي شاهه صاحب جو چوڻ
آهي ته شاگرد کي گهرجي ته هو محنت سان تعليم حاصل
ڪن ۽ تعليمي ميدان ۾ مقابلي لاءِ تيار رهن، سندن چوڻ
آهي ته آئيندي جون اميدون شاگردن سان وابسته آهن ۽
شاگردن تي ڪيڏو وڏو ڀروسو آهي چاڪاڻ جو خدا نه ڪري
ته ڪا ڏکي ويل پنهنجي پياري وطن تي اچي ته شاگرد
پنهنجي وطن لاءِ سر ڏيڻ کان ڪين ڪيٻائيندا ۽ اهڙي
قرباني لاءِ ڪين هميشه تيار رهڻ گهرجي.

## شاهه ڀٽائي:

قمرالزمان شاهه صاحب جو چوڻ آهي ته شاهه ڀٽائي جو
ڪلام هر سنڌي جي خون ۾ سمايل آهي ۽ سنڌ جي ماڻهو
پنهنجي ٻار کي پنهنجي لولي سندن ذهن ۽ دماغ اولي ٿي
جنهن لولي ۾ به شاهه جو ڪلام هوندو آهي. ڀٽائي گهوٽ
هميشه سکن تي ڏکن کي وڌيڪ ترجيح ڏني. سر مارئي
۾ حب الوطني جو پيغام ڏنو ٿا. ڪين شاهه ڀٽائي جو هي
بيت وڌيڪ پسند آهي.

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نه ملي
(شاهه)

جيئن ته قمرالزمان شاهه صاحب جئين جو شمار سنڌ جي
بزرگ، وڪيلن ۾ ٿئي ٿو ۽ پاڻ سينيٽر سنڌ طرفان ۱۹۷۳-۷۷
آهن تنهن ڪان سواءِ پاڻ ڪميٽين جي اهم مذاڪرات ۾
شرڪت ڪئي اٿن جن ۾ شملا ٺاهه چاليا جو دورو (انهن
پهرين دورن ۾ پاڻ قائد عوام سان گڏ اسيا) تنهن ڪان سواءِ
ڪميٽين جي پرڏيهي ملڪن ۾ پاڪستاني وفدن سان ويندا
رهيا آهن

# جناب پيار علي الانا صاحب



جناب پيار علي الانا ولد جناب جي الانا جن ۱۳ جنوري ۱۹۴۰ع ۾ ڪراچي ۾ پيدا ٿيا، سندن والد صاحب اعليٰ پايه جو شاعر، ليکڪ ۽ مفڪر آهي، سندن وڏا اصل لس ٻيلي کان آيل آهن ۽ پوءِ اچي جهرڪن ۾ آباد ٿيا، سندن والده صاحبه به هڪ روشن خيال خاتون آهي ۽ ڪنهن وقت ۾ سنڌ جي پهرين مسلمان ايم - ايل - اي هئي ۽ سندن تعلق حيدرآباد سان آهي.

جناب پيار علي صاحب جن ابتدائي تعليم سينٽ پيٽرڪس اسڪول ڪراچي مان ڪئي تنهن بعد اڳتي تعليم لاءِ آمريڪا روانا ٿيا. جناب پيار علي صاحب جن هڪ ذهين

نوجوان آهن، پاڻ ڪيترن ئي وفدن سان گڏ يورپ ۾ ويا
آهن، جيڪي پاڪستان جي طرفان دوري تي ويندا پئي
رهيا آهن.

## شاگرد

الالا صاحب جو چوڻ آهي ته شاگردن جو فرض آهي ته
حڪومت جي رائج ڪيل تعليمي پاليسي مان وڌ ۾ وڌ
فائدو حاصل ڪن، تعليم جو بهتر گذريل وقت کان هاڻي تمام
گهڻو آهي؛ ڪين تعليم دوران عملي سياست کان ٿورو
پري رهڻ گهرجي، ڪين گهرجي ته انتظاميه ۾ دخل نه ڏين
مائٽن کي گهرجي ته شاگرد جي پڙهائي ۾ چاهه وٺن
يونيورسٽيون ۽ ڪاليج شاگردن جي فلاح لاءِ آهن ۽ نه ڪي
اضطراب لاءِ آهن.

## شاهه ڀٽائي

ڀٽائي پياري بابت الالا صاحب جو چوڻ آهي ته جڏهن
شاهه صاحب دنيا جي گهڻن ئي ملڪ يعني انگلينڊ، جرمني
۽ فرانس ۾ پڙهيا ٿئي ها ته شاهه سائين جڳ مشهور ٿئي
ها ته شاهه سائين دنيا جو عظيم شاعر آهي ۽ موجد آهي-
چاڪاڻ جو شاهه سائين راڳ ايجاد ڪيو.
شاهه سائين جي مقابلي ۾ دنيا جو ڪوبه شاعر ڪونهي.

## هاري

هاري لاءِ الالا صاحب جو چوڻ آهي ته هاري جي
شخصيت جو بنياد محنت تي آهي، هاري انساني معاشري
جو اهم فرد آهي سندس مقام اوچو آهي، هو هر هلائي
ٿو ۽ ڌرتي جو سينو چاڪ ڪري ٿو، اناج اپائي ٿو،
جڏهن هو ٿوري وڌيڪ محنت ڪري ۽ زرعي اصولن
تي هلي ته سندس محنت اجائي نه، وڌيڪ چمڪي ڪيس گهرجي
ته عوامي حڪومت جي رائج ڪيل زرعي اصلاحات مان
فائدو وٺي جڏهن ۾ ڪيس سڀ سهولتون مليل آهن.

# جناب سيد بشير احمد شاهه



جناب سيد بشير احمد شاهه صاحب جن سال ۱۹۱۴ع ۾ جالنڌر (هندستان) ۾ پيدا ٿيا، پاڻ ۱۹۳۶ع ۾ هتي آيا ۽ ريسج بارسٽر ٿيا، ڪجهه عرصي کان پوءِ نوڪري کي الوداع ڪيو ۽ لٽي ۾ مستقل رهائش حاصل ڪئي.

## سماجي ڪم:

جيئن ته بشير احمد شاهه جن يونين ڪائونسل سولنيا (لٽي جا) جا چيئرمين ٿي رهيا آهن ۽ سندن ايامڪاري ۾ ڪيترائي سماجي ڀلائي وارا ڪم ٿيا آهن. سندن چوڻ موجب ته يونين ڪائونسل سولنيا هڪ غريب يونين ڪائونسل هئي ۽ پاڻ پنهنجي هزار خرچ ڪري هتي جي ترقياتي ڪمن کي پاڻ تڪميل تي پهچايو. پاڻ هميشه کان ڪيترن

کي سماجي ڀلائي وارن ادارن جا سرپرست ٿي رهيا آهن، ۽
ڪيترن کي غريب مستحق شاگردن جون مددون ڪندا رهيا
آهن. پاڻ ۱۹۷۰ع جي اليڪشن ۾ پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ
تي ٺٽي مان ڪامياب ٿيا ۽ جناب جتوئي صاحب جي
ڪابينه ۾ وزير خوراڪ ۽ امداد باهمي جي عهدي تي
فائز آهن.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي شاهه صاحب جو چوڻ آهي
ته شاگرد کي گهرجي ته پنهنجو سمورو ڌيان پنهنجي تعليم
تي ڏئي. ٽيڪنيڪل ۽ فني تعليم وڌ ۾ وڌ ترجيح گهرجي
وڃن ماڻن، ۽ استادن جو احترام مٿن لازم آهي. ۽ ادب تي
ئي تعليم جو دارو مدار آهي.

## شاهه ڀٽائي

شاهه سائين بابت پير احمد شاهه جن جو چوڻ آهي
ته شاهه ڀٽائي جو پيغام انسان ذات لاءِ محبت سيکاري ٿو
شاهه سائين سنڌ جو نه پر پوري پاڪستان ۽ دنيا جو
شاعر آهي.
سندن شعر ۾ اخوت ۽ ڀائيچاري جو پيغام آهي -

## هاري

هاري کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته هاري
جيڪڏهن محنت ڪندو ته سندس حالت ۽ ملڪ جي
معيشت مضبوط ٿيندي خاص ڪري ضلعي ٺٽي جي هارين
جي حالت زار آهي اهيءَ ڪري جو سست آهي سندن
چوڻ آهي جيترو هر اوترو ڦر سو تنهن وانگر ڪمن گهرجي
ته محنت ڪن ۽ حڪومت جي زرعي اصلاحات مان فائدو
وٺن، ڪمن حڪومت طرفان مليل زمين تي محنت ڪرڻ
گهرجي ۽ پوري ڌيان لي فصل پوکڻ گهرجي جيئن ته
اسانجو ملڪ پاڪستان هڪ زرعي ملڪ آهي ۽ هي جديد
دور آهي تنهنڪري جديد زرعي طريقن سان پوک ڪرڻ
گهرجي .

# جناب مير هزار خان ٻجاراڻي



جناب مير هزار خان ٻجاراڻي ولد سردار مير نور محمد خان ٻجاراڻي سنڌ جي مشهور و معروف ٻجاراڻي قبيلي سان تعلق رکن ٿا. سندن جنم ۱۵ جولاءِ سال ۱۹۴۶ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڪريمپور ۾ تعلقه ڪنڌڪوٽ ضلع جيڪب آباد ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم سينٽ فرانسز گرامر اسڪول ڪوئيٽه بي- اي نيشنل ڪاليج ڪراچي ايم- اي- ايل- ايل- بي ڪراچي يونيورسٽي مان.

## سماجي ڪم:

عوامي حڪومت جي طرفان ڳوٺاڻي ترقياتي واري ڪائي ۾ ٿل جا چيئرمين ٿيا ۽ انهيءَ دوران هن ڪيترن ئي ڳوٺن کي ترقياتي پروگرام تحت سڌاريو انهن ۾ پڪا رستا

پڪا ٿيا، پليون ٺهيون. پيئڻ جي پاڻي جي سهوليت لاءِ ۱۰۰۰ نل ڏرهايا ويا. جن تي ۸ لک رپيا حڪومت طرفان خرچ ٿيو. ڀاڳ ڪميٽين ۾ غريب شاگردن کي اسڪالرشپون ۽ ڪميٽين ۾ تعليمي ادارن جي مرمت ڪرائي اٿن تنهن کان سواءِ مستحق ماڻهن جي جائز مدد ڪندا رهن ٿا. ڀاڳ نوجوان خوش اخلاق ۽ ملنسار آهن.

### شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي فرمائين ٿا ته شاگردن کي گهرجي ته تعليم دوران عملي سياست کان دور رهن. جيڪڏهن هو تعليم چاهه سان پرائيندا ته اڳتي هلي قوم ۽ ملڪ جي سٺي خدمت ڪري سگهندا. هن ملڪ ۾ فني ۽ زرعي تعليم جي ضرورت آهي تنهنڪري شاگردن کي گهرجي ته فني ۽ زرعي تعليم ۾ گهڻي ۾ گهڻو حصو وٺن.

### شاهه ڀٽائي:

شاهه ڀٽائي بابت سندن چوڻ آهي ته ڀٽائي جو ڪلام فلسفي سان ڀريل آهي. دنيا جا شاعر هڪ پاسي ۽ ڀٽائي جو ڪلام ٻئي پاسي ته به ڀٽائي جي ڪلام جو پاسو ڳرو آهي کين شاهه جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

اکين ۾ ٿي ويهه - واري ڇپر ڍڪيان،
توکي ڏسي نه ڏيهه - آئون نه ڏسان ٻيو ڪي.

(شاهه)

### هاري:

هاري کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته اسان جو هاري محنتي آهي ۽ پڙهيل طبقي کي گهرجي ته هو هاري جي حوصلا افزائي ڪري، ماضي ۾ کين گهٽ سهوليتون مليل هيون ۽ موجوده حڪومت ڪيترن زرعي سڌارن تحت ڪيترين ئي سهوليتون ڏنيون آهن. هاري لاءِ تعليم نهايت ضروري آهي، جنهن لاءِ ملڪ خود ڪفيل ۽ سندن حالت سڌرندي.

## ٻجاراڻي قبيلي جي تنظيم:

سندن چوڻ آهي ٻجاراڻي ٣٦ قبيلا هئي آهن هتن قبيلن جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪافي ڪجهه ڪيو آهي. مير هزار خان جا والد صاحب ٻنهي قبيلن جا سردار آهن ۽ مير هزار خان سندن ڀاءُ جي ڪوشش سان سڀ جهيڙا ختم ڪرايا ۽ ٻجاراڻي قبيلن کي پليٽ فارم تي آندو جنهن ۾ مير هزار خان سينئر وزير اعليٰ جناب غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي ڪابينه ۾ وزير ٽرانسپورٽ عوامي رابطه جا وزير آهن. جنهن ۾ سندن والد مير نورمحمد خان صوبائي اسيمبلي جا ميمبر هئا ۽ ٻاڻ ٻنهي سميت مير هزار خان کي ڏني ۽ هاڻي مير هزار خان صوبائي اسيمبلي جا ميمبر آهن.

# الحاج مير رسول بخش خان ٽالپر

الحاج مير رسول بخش ٽالپر جي عوامي ۽ هر دلعزيز
شخصيت سنڌ ۾ ڪنهن تعارف جي محتاج ناهي. هو
سيپٽمبر ١٩٢٠ع ۾ ٽنڊي مير محمود (حيدرآباد) ۾ پيدا ٿيو.
سنڌ جي اڳوڻي حڪمران خاندان سان تعلق هجڻ جي
باوجود، مير صاحب شروع کان وٺي عوامي مسئلن ۾ گهري
دلچسپي وٺندو رهيو آهي. حيدرآباد جي ثقافتي ۽ سماجي
سرگرمين، مزدورن جي همت افزائي ۽ عوامي خدمت سندس
خاص مشغلا پڻ رهيا آهن. مير صاحب سنڌ ۾ ترقي پسند
جي فلسفي جو داعي ۽ روح روان رهيو آهي. عوام جي
ڏک سک ۾ ساٿ ڏيڻ سبب ڪمتر درجي، استبدادي د
۾ قيد ڪيو ويو پر انهو سندس غريب پروري ۽ انسان
ذات جي خدمت واري جذبي تي ڪو اثر نه پيو.

٢١ سالن جي عمر ۾، مير رسول بخش ٽالپر حيدرآباد
ميونسپالٽيءَ جو ڪائونسلر چونڊيو ويو. ان کانپوءِ هو
١٩٦٥ع تائين يونين ڪميٽي نمبر ١٦ (حيدرآباد)
چيئرمين هو.

جڏهن جناب ذوالفقار علي ڀٽي، عوام جي خدمت
ملڪ جي عظمت ۽ قومي فلاح ۽ بهبود جي مقصد
پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو پروگرام بنايو ته ان سلسلي
پهريان اهم تقرير حيدرآباد ۾ مير صاحب جي بنگلي
ڪئي هئائون، جنهن ملڪ ۾ آمريت جي محل کي متز
ڪري ڇڏيو هو.

مير صاحب پيپلز پارٽي جي بنيادي ميمبرن ۾ ممتاز حيثيت رکي ٿو. ۱۹٦۸ع ۾ کيس سنڌ زون جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو.

۲۰ ڊسمبر ۱۹۷۰ع جي چونڊن ۾ مير صاحب کي حيدرآباد مان صوبائي اسيمبليءَ لاءِ ميمبر چونڊيو ويو.

۲۰ ڊسمبر ۱۹۷۱ع تي، جڏهن جناب ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو صدر ٿيو ۽ اُنهن ملڪ ۾ جمهوريت بحال ڪرڻ لاءِ عملي قدم کنيا ويا. جلد ئي مرڪز ۽ صوبن ۾ صلاحڪار مقرر ڪيا ويا. مير صاحب کي ۳ فيبروري ۱۹۷۲ع تي سنڌ جي گورنر جو مکيه صلاحڪار مقرر ڪيو ويو.

۲۱ اپريل تي عبوري آئين موجب، جناب ذوالفقار علي ڀٽي، صدر پاڪستان جو حلف کنيو ۽ الڪاليوڊ صوبن ۾ به گورنر ۽ وزراءِ اعليٰ مقرر ڪيا ويا ۽ وزارتون ٺاهيون ويون. مير رسول بخش خان ٽالپر سنڌ جي گورنر جي حيثيت سان رهي چڪا آهن.

# مير ممتاز علي ٽالپر

ايم- پي- اي



مير ممتاز علي ٽالپر ولد غلام علي خان ٽالپر ٽنڊو محمد خان مير ممتاز علي خان ٽالپر سنڌ معزز گهراڻي ٽالپر جو چشم و چراغ آهي. پاڻ ۲۰ آڪٽوبر ۱۹۳۹ ۾ ٽنڊو محمد خان ۾ ڄاوا.

۱۹۵۱ تائين اين- جي- وي هاءِ اسڪول ڪراچي ۾ زير تعليم رهيا. تنهن بعد سينيئر ڪئمبرج ۱۹۵۳ ۽ يورپ ۾ ۱۹۶۳ تائين رهيا، جتان ٽيڪسٽائيل ٽريننگ ۾ ڊپلوما ۽ لنڊن ۾ ايم-بي-اي ڪيائون ۱۹۶۷ لوڪل بورڊ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جا ميمبر ۽ پوءِ وائيس چيئرمين حيدرآباد رهيا.

سندن اباڻڪاري ۱۰۴ ميل پڪا رستا ۽ ڪيترائي ڪچا رستا ٺهيا. انهن کان پوءِ هو مئنشر چونڊن ۾ پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تي سنڌ اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

## سماجي ڪم

پاڻ محنتي، سماجي ورڪر آهن، سندن ڪوششن سان ڪمتراڻي مڊل اسڪول هاءِ اسڪول ٿيا. جن ۾ علي محمد ڪاتيار، مڊل اسڪول ڪرم نظاماڻي ۽ ٻـاڪ سنگهار هاءِ اسڪول آهن.

سندن ماڻي مددون ۽ چندا سعيدپور هـاءِ اسڪول، جنهن ۾ سوڙهو مدرسو، ١٠ غريب، شاگردن کي اسڪالرشپ ڏين ٿا.

## شاگرد

سندن چوڻ موجب اڄ جي شاگرد کي گهرجي ته هـو پنهنجي تعـليم پرائڻ ڏي پورو پورو توجهه ڏيــن. سندن سياست پڙهائي دوران ڪاليجن تائين محدود رهڻي، تعليم جي جنهن نه شهر جي ۾ آڻن، تنهن شعبي جي ۾ چاهه سان محنت ڪن ته جيئن اڳتي هلي هـو ان شعبي ۾ ماهران صلاحيتون رکن.

## پڙهائي بابت

پاڻ چون ٿا ته شاهه جو شعـر اعليٰ، عظيم ۽ جامع آهي جنهن لاءِ اسان کي گهرجي ته الهيءَ جامعيت کي پروڙيون ڪين شاهه سائين جو هي بيت پسند آهي.

اللهَ ڏاهـي م ٿيان، ڏاهيون ڏکـ، ڏسن
مون سمين مون ڦران، پورائي ۾ پال ڪماءِ
( شاهه )

## هاري

سندن چوڻ آهي ته مان پاڻ به آبادگار آهيان. جيڪڏهن اسين چاهيون ته اسان جون زمينون اسان کي پوري آبادي ڏين ته اسان کي زمين تي محنت ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن

اسين زمين کي ٽاهيندا سون ته زمين اسان کي ٽاهيندي اسان
کي ميڪانڪيز طريقن سان زمين آباد ڪرڻ گهرجي ۽ مير
ممتاز علي خان باڳ پنهنجي زمين کي ٽريڪٽر هلائي ٿو،
ڪمتي سرسمتي جي اصولن جا قائل آهن.

# جناب عبدالڪريم پلي



عبدالڪريم پلي ولد خانصاحب عطا محمد پلي سال ١٩٤٠ ٢٧ جنوري جي پنهنجي آبائي ڳوٺ عطا محمد پلي ضلع ٿرپارڪر تعلقه عمرڪوٽ ۾ تولد ٿيا. ابتدائي تعليم پنهنجي آبائي ڳوٺ مان ڪرڻ بعد اديب عالم ۽ ع. ء ميٽرڪ پرائيويٽ طرح سان سنڌ اورينٽل ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪئي. سندن والد صاحب جي وفات جي ڪري ڪين پنهنجي تعليم اڌوري ڇڏڻي پئي.

جيئن ته پلي صاحب هڪ خاندان گهراڻي (پلي) ۾ پيدا ٿيا آهن، مگر اڄ به سندن طبيعت ۾ ڪابه وڏائي وغيره ناهي. پاڻ ڪمترن ئي خوبين جا مالڪ آهن، سندن شمار سنڌ جي نوجوان شاعرن ۾ ٿئي ٿو، سندن شعر ۾ جا پت ۽ الفاظن جي ادائگي دل تي ڏاڍو اثر انداز ٿئي ٿي سندن ڪمترائي ڪلام مختلف ڪتابن، رسالن ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان نشر ٿيندا رهن ٿا. پاڻ مائٽي ۽ سلجهيل طبيعت جا مالڪ آهن.

## سماجي خدمتون:

پاڻ سال ۱۹۶۳ع ۾ (بي. ڊي) ميمبر ۽ ۱۹۶۶ع ۾
عطا محمد ڀلي ٽائون ڪاميٽي جا چيئرمين ٿيا، انهن دوران
پاڻ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيائون جن ۾ رستا، نلڪا ۽
اسڪول اچي وڃن ٿا، جتي ڀلي اسڪول جهڙي بلڊنگ ۾
ديني مدرسو جن جي اهڃاڻ ٽائون پاڻ سنڀال ڪندا اچن ٿا.
انهن کان سواءِ عالم ڀلي ۾ هڪ ديني مدرسو جنهن جو
نالو دارالعلوم آهي انهن سان گڏ بورڊنگ هائوس جنهن
۾ شاگردن کي کاڌو ڪپڙو ۽ ديني تعليم مفت ملي ٿي،
سو به سندن ئي خرچ سان هلي ٿو، ۽ حاجي محمد عالم ڀلي
۾ هڪ انٽرميڊيٽ ڪاليج جو به پاڻ بنياد رکيو اٿن. حڪومت
جي ٽائون ڪميٽي جي اسپتال جنهن کي هينئر گورنمينٽ
هلائي رهي آهي سندن اها ڪوشش آهي ته انهيءَ اسپتال
۾ هڪ ميٽرنٽي هوم ۽ اسپتال کي وڌايو وڃي، سندن
ڪوشش سان ساماري کان عمر ڪوٽ رستو، صوفي فقير
کان چوڙ، راڻا پوروٽارو ٺهڻ لاءِ ڪوشش جاري آهي ۽
اها اسڪيم به منظور ٿي چڪي آهي، پاڻ قومي جذبي
رکندڙ شعر چوندا اٿن ۽ پاڻ سنڌي ادب جي واڌاري ۽ ڦهلاءَ
سان دلچسپي رکن ٿا.

## شاگرد:

اڄ جي شاگرد برادري کي مخاطب ٿيندي چون ٿا
ته هو محنت ڪري کين گهرجي پنهنجي معاشري ۽ ماحول
کي ڏسي، هو پنهنجي پڙهائي ڏانهن توجه ڏين. ماضي ۾
شاگردن کي ڪافي استعمال ڪيو ويو آهي، ۽ پارٽين جي
اختلافن جي ڪري شاگردن کي برباد ڪيو ويو آهي، مگر
هاڻي کين گهرجي ته هو پنهنجون جوابداريون محسوس
ڪندي تعليم ڏانهن توجه ڏين تعليم جي ئي ذريعي انسان
پاڻ کي سڃاڻي ٿو.

### شاهه ڀٽائي:

سندن چوڻ آهي ته شاهه جو ڪلام آفاقي ڪلام آهي. شاهه جو ڪلام سڄي دنيا لاءِ ڀائيچاري، امن جو پيغام ۽ گڏجي رهڻ جو پيغام آهي. سندن پسند جو هي شعر آهي.

ٻڌاندي ٻوڙن کي ـ ڪي هاڪ هڻت وڃون.

### آبادگار

سندن چوڻ آهي ته هي دور هاري ۽ آبادگار جو آهي کيس گهرجي ته هو حڪومت جي زرعي اصلاحات مان فائدو حاصل ڪن، اهو ضروري نه آهي ته هو مشڪلاتي طريقا استعمال ڪري مگر هو انهن ئي پراڻن طريقن سان محنت ڪري ته هو خوشحال زندگي ماڻيندو، ۽ جنهن سان اسان ۽ اسان جي پياري سنڌڙي آباد ۽ شاد رهندي.

# سيد امير علي شاه چاموٽ

سيد امير علي شاه ولد سيد حاجي محمد انور چاموٽ شاه ١٨ جنوري ١٩٤٠ع ۾ ضلع حيدرآباد جي ٽنڊي مُحمد خان شهر ۾ پيدا ٿيا. پاڻ سنڌ جي معزز سيد خاندان سان تعلق رکن ٿا، سندن والد صاحب ۽ سندن گهراڻو سنڌ ۾ ڪنهن به تعارف جو محتاج ڪونهي.

پاڻ ابتدائي تعليم لاهور ۽ پوءِ ١٩٥٧ع ۾ سينٽ بونا وينچر هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ ڪئي تنهن کان پوءِ سال ١٩٦٣ع بي - اي ۽ سال ١٩٦٥ع ۾ ايل - ايل - بي پاس ڪئي.

**سماجي ڪم:**

چاموٽ خاندان ڪڏهن به سماجي ڪمن ۾ ڪنهن کان پٺتي پيل نه آهي، جيستائين سندن خاندان جي سماجي ڪمن ۾ حصي جو تعلق آهي، تنهن لاءِ اهو عرض آهي ته پاڻ وقت به وقت عوام جون سماجي خدمتون ڪندا پئي رهيا آهن، انهن روايتن کي برقرار رکندي.

امير علي شاه صاحب جيتوڻيڪ ڪنهن به هڪ اپريل ۾ سماجي ڪارڪنن مان آهي. مگر تنهن هوندي به پاڻ سدا سماجي ڪم ڪيا اٿن جيئن ته ٽنڊي محمد خان ڪاليج جي منظوري ڳوٺ جي غريب شاگردن جون مالي طرح مددون، تنهن کان سواءِ ديهي مدرسن جي مالي طرح سان مدد ۽ سنڀال ڪندا رهن ٿا، سندن چوڻ آهي ته ڪنهن سياست ۾ اچڻ جو ڪو به خيال ڪونه هيو، مگر سندن وڏي ڀاءُ مرحوم سيد امداد علي شاه جي ناگهاني وفات کان پوءِ پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تي بنا مقابلي صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

**شاگرد:**

شاگرد لاءِ سنڌين پيغام آهي تہ هو عوامي حڪومت جي ذريعي پنهنجن حقن بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪن، شاگردن کي گهرجي تہ پنهنجن ادارن جي سڌي سماجي ڪمن ۾ ڀرپور حصو وٺن ۽ تعليم دوران سياست ۾ عملي حصو نہ وٺن مگر ملڪ جي سياست کان واقفيت لازمي آهي.

**شاهہ ڀٽائي:**

چانڊيو صاحب جو چوڻ آهي تہ شاهہ ڀٽائي جي شعر ۾ ديسي سان گڏ دنيوي معنيٰ رکيل آهي، شاهہ جو رسالو اسان لاءِ ديني مشعل آهي- شاهہ ڀٽائي خود پنهنجي ڪلام ۾ فرمايو آهي تہ:

جي تو همت پاليا سي آيتون آهين
تو من لائين- فرمان سنڌي ڀار ڏي

**هاري:**

چانڊيو صاحب جو چوڻ آهي تہ اسانجي هاري ڀاءُ کي گهرجي تہ هو عوامي حڪومت جي رائج ڪيل زرعي اصلاحات مان پورو پورو فائدو حاصل ڪري. جيڪڏهين اسانجو هاري ڀاءُ چاهي تہ هو خوشحال ٿئي تہ کيس محنت ڪرڻ گهرجي جيڪا سندس ضرورتن مثال ٻچن جي تعليم، سٺو گذران، کي سٺي طرح سان مهيا ڪندي. هو انهن معاملن کان دور رهي جيڪي کيس ناجائز طور استعمال ڪن، اسان جي هاري ٿي سچي قوم جي جوابداري آهي جنهن کي نڀائڻ لاءِ کيس محنت ۽ صرف محنت ڪرڻ گهرجي.

# الحاج غلام حيدر خان نظاماڻي

## ميمبر سنڌ اسيمبلي



الحاج غلام حيدر خان نظاماڻي ۱۲ ڊسمبر ۱۹۲۸ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ لعل خان نظاماڻي ۾ پيدا ٿيا. سندن والد صاحب جو حاجي الحاج محمد خان نظاماڻي صوم ۽ صلوات جا پابند هوا، هئا جنهنڪري ٻاڻ سندن فرزندن کي به صوم ۽ صلوات لاءِ تاڪيد ڪندا رهندا هئا ۽ ديني تعليم ڏيارڻ به ٻاڻ ٻهارڻ قرآن شريف جنهن ۾ سندن استاد فقير محمد سروهي، فارسي، عربي ۽ سنڌي جي تعليم به پرائي. تعليم کان پوءِ پنهنجي آبائي ننڍي زميداري کي لڳي ويا. تنهن کان سواءِ ديني ڪمن ڏي به سندن لاڙو ٿو رهندو آهي.

**سماجي ڪم:**

زميداري دوران سندن دل ۾ هميشه سماجي ڪمن ۾ وڌي چڙهي حصو وٺڻ جو شوق هو جنهنڪري ملان

اسڪول جيڪو سندن ڳوٺ ۾ هو ان کي ترقي وٺائي ۽ وڌايو.

١٩٦٠ع ۾ ٺٽي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جا چيئرمين ٿيا ۽ چيئرمينيءَ دوران ٺٽي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل مالهيءَ اسپتال ٺهرائي، موجوده مالهي هائي اسڪول کي هائي اسڪول بڻائڻ ۽ ترقي وٺائڻ لاءِ به، ٺاهڻ ڪوشان رهيا ۽ مالهي ايجوڪيشنل سوسائٽي جا ميمبر رهيا ۽ هميشه الهيءَ هائي اسڪول جي عمارت ۾ سال ١٩٧٤-٧٥ع کان انٽرميڊيئيٽ ڪاليج کولڻو پيو وڃي جنهن ۾ به سندن وڏو حصو آهي ۽ مالهي هائي اسڪول جي عمارت لاءِ به سندن گهراڻي زمين ڏني سندن چيئرمينيءَ واري وقت ۾ مالهي کي سڌاريو ويو گهٽين وغيره پڪيون ڪرايون ويون سندن ڪوشش سان مالهي گرلز مڊل اسڪول ٺهيو ۽ هاڻي اهو مڊل اسڪول ۽ هاءِ اسڪول تي ڪم ڪري رهيو آهي هڪ مسجد جيڪا مولوي حاجي عبدالله جي نالي سان مشهور آهي تنهن کي نئين سر اڏائڻ ۾ به ٺٽي گهڻو حصو ورتو اٿن ٺٽي ڪميٽين تي شاگردن کي اسڪالرشپون ڏين ٿا جيڪي ميڊيڪل ۽ انجنيئرنگ پڙهن ٿا.

تنهن کان سواءِ ڦليلي جيڪا ٽنڊي محمد خان کان ٽنڊي مالهي کان اچي ٿي تنهن تي هڪ فرسوده ۽ پراڻي پل هئي اها ٽي نئين پل به سندن ڪوشش سان ٺاهي وئي. ۽ هميشه مالهي تعلقه هيڊ ڪوارٽر اسپتال ٺهي وئي. سندن چوڻ آهي ته ٽائون ڪاميٽي لاءِ مارڪيٽ مالهي ۾ ڪالهه هئي جيڪا سندن ڪوشش سان ٺهي راس ٿي. ٺٽي ۾ حج به ڪيا اٿن ۽ ڪيترن ٻين ملڪن جو دورو تبليغي جماعتن سان ڪري آيا آهن، جن ۾، راءِ ونڊ، سعودي عرب، بنگلاديش جا نالا قابل ذڪر آهن.

شاگرد:

سندن چوڻ آهي ته اڄ ڪلهه اسين الٽي دور ۾

رهون ٿا تنهنڪري اڄ جي شاگرد کي گهرجي ته هو اڄ
ڪلهه جي پڙهائي جي قدرن مان فائدو حاصل ڪري هو
تعليمي ميدان ۾ پڻ ۽ مقابلي جوڳو هجي خاص فني تعليم
ڏي ڌيان ڏيڻ گهرجي.

## شاهه ڀٽائي:

ٻاڻ چون ٿا ته شاه جو ڪلام دين جي تبليغ آهي.
۽ شاه صاحب جو ڪلام مان ظاهر ٿئي ٿو ته شاهه صاحب
پنهنجي سڄي عمر دين جي تبليغ ۾ وقف ڪئي ۽ شاهه
جو رسالو هڪ مانڪ وڻدار آهي. ڪمن شاهه سائين جو
هي بيت پسند آهي.

تتي ٿڌي ڪاهه - ڏاهي ڏيل واهڻ جي
متان ٿئي اونداهه - مر ته پسين پهل جو.

## هاري

اسان جي هاري ڀاءُ کي محنت ڪرڻ کپي ۽ جديد
زرعي طريقن سان پوک ڪرڻ گهرجي ته جيئن اسان جي
ملڪ جي معيشت تي اثر نه پوي ۽ اسان جو ملڪ زراعت
۾ اڳيرو ٿئي.

# جناب سيد نذر شاه



جناب سيد نظر شاه ولد سيد خير شاه جن سال ١٩٢٤ع جي ڊسمبر مهيني ۾ ڪوئيٽا ۾ پيدا ٿيا، سندن وڏا اچ کان اٽڪل ڏيڍ سو سال پهرين اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

پاڻ ابتدائي تعليم نوابشاه سيڪنڊري تعليم ۾ نوابشاه مان مئٽرڪ سال ١٩٤١ع ۾ پاس ڪئي. تعليم کان پوءِ زميداري ۾ لڳي ويا.

## سماجي ڪم:

شاه صاحب هڪ سٺا سماجي ڪارڪن آهن نوابشاه جي سول اسپتال جو سڌارو ۽ واڌارو پنهنجي ۽ دوستن جي جي خرچ سان ڪيو، جڏهن پاڻ لوڪلبورڊ نوابشاه جا چيئرمين هئا ته پڻ سندن وقت ۾ ڪيترائي سڌاري جا ڪم ٿيا. پاڻ هميشه شاگردن جي خدمت ڪندا رهيا آهن.

## شاگرد:

شاه صاحب جن شاگرد کي مخاطب ٿيندي چون ٿا

ته جيئن ته هو ٻارڙائپڻ علم جو طالب آهي، تنهنڪري
ڪمسن ٻارڙائپڻ تعليم ڏانهن لاڙو ڪرجي، ۽ دوران تعليم ٻنهي
سمورو وقت پنهنجي تعليم ۾ صرف ڪن.

## شاهه ڀٽائي:

شاهه ڀٽائي بابت سعد نظر شاهه جو چوڻ آهي ته شاهه ڀٽائي جو ڪلام نصيحت آهي سندس ڪلام عبادت آهي، اسين شاهه صاحب جي ڪلام تي عمل ڪريون ته شاهه ڀٽائي جو سچو ڪلام سون آهي.

## هاري

هاري بابت سندن چوڻ آهي ته عوامي حڪومت کان اڳ، هارين سان ڪافي زيادتيون ٿيون هيون ۽ عوامي حڪومت هارين کي ڪافي سهولتون ڏنيون آهن ڪمسن هاڻي گهرجي ته هو محنت ڪن جيئن ۾ قوم، ملڪ جو ڀلو آهي ۽ سندن ڀلو آهي.

سعد نظر شاهه ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# جناب علي نواز خان انڙ



جناب علي نواز خان ولد رئيس ولي محمد خان جن سال ١٩٢٢ع ۾ ڀھڙي آبادي ڳوٺ قاضي احمد ۾ ڄاوا ھئا. ابتدائي تعليم قاضي احمد مان حاصل ڪئي تنھن بعد ڀھڙي آبادي اچي زمينداري کي لڳي ويا.

انڙ صاحب جن جو شمار سنڌ جي نامور روشن خيال زراعت ۽ باغباني جي ماهرن ۾ آهي. کين زراعت باغباني، زمين بابت ڪافي ڄاڻ آهي. ۽ اهوئي سبب آهي جو

جڏهن ٻه ٻاهرين ملڪن ۾ ايگريڪلچر جي باري ۾ سيمينار
وغيره ٿين ٿا ته الڻ صاحب جن ٻه انهن ۾ شرڪت ڪن ٿا.

## سماجي ڪم

الڻ صاحب زراعت جي ماهر هئڻ سان گڏوگڏ سماجي
ڪمن ۾ به وڏي چڙهي حصو وٺن ٿا سندن چيئرمينيءَ دوران
ڪافي سماجي بهبود وارا ڪم ٿيا آهن جيڪي هميشه ياد رهندا
رورل هيلٿ سينٽر قاضي احمد، قاضي احمد ۾ هاءِ اسڪول بلڊنگ،
ٽورزمٽ ريسٽ هائوس، هڪ لڊينگ هٽ پوسٽ آفيس
۽ پبلڪ پارڪ ٻه سندن ڪوششن جو نتيجو آهن سندن
ٺهرايل ناز باغ جنهن کي سنڌ جو شالامار باغ چيو وڃي ٿو
ڪافي مشهور آهي. انهن کان سواءِ قاضي احمد ۾ هڪ
ايگريڪلچر ريسرچ اسٽيشن قائم ٿيل آهي جتي زراعت جا
نت نوان تجربا ڪيا وڃن ٿا. الڻ صاحب جو چوڻ آهي ته
سندن ڳوٺ ۾ آمريڪا جا ماهر آيا آهن جن سندن زراعت
جي جديد طريقن کي ڪافي ساراهيو آهي. انهن کان سواءِ
ڪيترن غريب شاگردن کي اسڪالرشپون، ڪتاب وغيره به
پنهنجي خرچ سان وٺي ڏنا ڏين علي نواز هاءِ اسڪول ۽
هيلٿ سينٽر لاءِ پلاٽ زمين ڏني اٿن. ڪيترن غريب هارين
کي قرض معاف ڪري ڇڏيو اٿن.

## شاگرد

الڻ صاحب کي تعليم جي ڦهلاءَ جو تمام گهڻو اونو
آهي ۽ سندن چوڻ آهي ته شاگرد جو اولين فرض اهو آهي
ته هو علم پرائڻ تي پورو ڌيان ڏين انهي بعد پنهنجي ذهانت،
طاقت، ۽ قوت جو صحيح استعمال ڪن، هو پنهنجي والدين
استاد جا فرمانبردار ٿي رهن پنهنجي ڪردار ۽ اخلاق تي
ڌيان ڏين ڇاڪاڻ جو اڳتي هلي ڪين سندن اخلاق ۽ ڪردار
ڪم ايندو.

## شاهه ڀٽائي:

اِن صاحب جو چوڻ آهي ته شاهه ڀٽائي جو اسان جي دلين تي قبضو آهي سندس پيغام اسان وٽ محفوظ آهي. ڀٽائي صاحب هڪ فلاسفر، وڏا شاعر ۽ ولي الله هئا. شاهه جي ڪلام جو زندگي جي هر شعبي تي اثر آهي. کين شاهه سائين جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

سائينم سدائين ـ ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار ـ عالم سڀ آباد ڪرين.

(شاه)

## هاري:

اِن صاحب جو چوڻ آهي ته اسان جي آبادگار جو اولين فرض آهي ته هو پنهنجي واٽرن ۽ ٻاٽي، تي ڌيان ڏين، جيڪڏهن هو آبادي وڌائڻ ٿا چاهين ته زمين جي صحيح لمول ڪن. الهيءَ لاءِ کين مشورو وٺڻ گهرجي، جديد طريقن سان اسين آبادي وڌائي سگهون ٿا.

عوامي حڪومت آبادگارن کي ڪيترين ئي سهولتون ڏنيون آهن جن مان هو فائدو حاصل ڪري، ۽ پنهنجي زرعي آبادي وڌائي جيڪا سندس زندگي خوشحال بنائيندي. اِن صاحب ١٩٧٠ع جي اليڪشن ۾ سنڌ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# جناب واحد بخش خان ٻگهيو



جناب واحد بخش خان ٻگهيو ولد رئيس ڏني بخش خان ٻگهيو جن پنهنجي آبائي ڳوٺ لعمن گڏ تعلقي ڏوڪري ۾ ۱۹۴۰ع ۾ ڄاول ٿيا. پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ بعد ۱۹۵۸ع ۾ لاڙڪاڻي مان مئٽرڪ پاس ڪئي. ان بعد گهرو حالتن جي ڪري اڳتي تعليم کي الوداع چئي پنهنجي آبائي پنهنجي زمينداري کي لڳي رهيا.

## سماجي ڪم:

ٻگهيو صاحب هڪ نوجوان سماجي ورڪر ۽ بهترين صلاحيتن جا مالڪ آهن. پاڻ پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ خانگي اسڪول جنهن ۾ بورڊنگ جو به بندوبست آهي قائم ڪيو آهن، جن ۾ ڪجهه شاگرد پڙهن ۽ رهن ٿا. انهن کان سواءِ جهنبو سهڙو، مگرپار، براڻي گڏ ۾ اسڪولن جو بنياد وڌو آهي. ان کان علاوه ڪمترين لاءِ ڳوٺن کي سڌارڻ ڪوشش

سان پڪا رستا ۽ بجلي ملي آهي- جنهن ۾ موئن جو دڙو-
باڍهه- باڪراڻي، ڏوڪري ۽ اگيءَ جا ڳالها قابل ذڪر آهن-
تنهن کان سواءِ انهن ڳڙ ۾ هڪ ڊسپينسري (ميٽرنٽي هوم)
مرداني اسپتال- وڳهڙ ۾ اسپتال. مهڙ ۾ اسپتال ڏوڪري ۾
اسپتال. باڪراڻي هاءِ اسڪول- ڳيرلو ۽ باڍهه ۾ هاءِ اسڪول-
آريجا وڳهڙ ۽ موئن جي دڙي جا مڊل اسڪول ۽ سنڌين
ڪوشش جو نتيجو آهن.

جيئن ته پکڻو خاندان مغلن جي دور ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ سماجي عوامي خدمتن ڪري ڏاڍو مقبول ٿيو آهي پاڻ ڪمترن ئي شاگردن جي وقت ۽ وقت مالي مدد ڪندا رهن ٿا.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ڪندي پکڻو صاحب جو چوڻ آهي ته شاگرد کي گهرجي ته هو تعليم دوران عملي سياست کان پاسو ڪن. تعليم سان گڏ پنهنجي اخلاق ۽ ڪردار جي پاڪيزگي ڏي مڪمل ڌيان ڏين.

## شاهه ڀٽائي

شاهه ڀٽائي بابت پکڻو صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاهه عوامي شاعر آهي ڇاڪاڻ جو شاهه سائين جو ڪلام، شهر ٺوڙهي ڀراڙي ۾ ڳايو وڃي ٿو شاهه صاحب جڳ مقبول شاعر آهن- تنهن کان سواءِ سدا حيات.

پکڻو صاحب جو چوڻ آهي شاهه جو رسالو قرآني آيتن جو ترجمو آهي- ڇاڪاڻ جو شاهه صاحب خود فرمايو آهي ته:

جي تو بيت ڀانيا سي آيتون آهين

تنهن کان سواءِ پکڻو صاحب کي سر ليلا چنيسر ۾ هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

الله ڏاهي ۽ نيان، ڏاهيون ڏکـ، ڏسن
مون سمن مون هارين پوراڻي ۾ پال ڪما.

**هاري**

پکھو صاحب جو چوڻ آهي ته اڄوڪو هاري عوامي حڪومت جي زرعي سڌارن سان مطمئن آهي. هاڻي ڪمن گهرجي ته محنت ڪن ۽ زراعت جي نون طريقن سان ڪڏ لوان طريقا ورتائي ملڪ جي آبادي وڌائڻ چاڪاڻ جو ملڪ جي آبادي وڌائڻ ۾ انسان جو ملڪ سرسبز آباد ٿيندو ۽ خودڪفيل ٿيندو ويندو. جنهن ۾ هاري جو به ڀلو آهي ۽ ملڪ ۽ عوام جو به ڀلو آهي.

پکھو صاحب جن ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ پيپلز پارٽي جي ٽڪيٽ تي سنڌ صوبائي اسيمبلي جي سيٽ کٽي.

# جناب در محمد اوستو



اوستو صاحب جن ١٦ جولاءِ ١٩١٧ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ٻلي ڏنو آباد ضلع جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. ٻلي ڏنو جو ڳوٺ سعدن ڏاڏي صاحب جي نالي سان آهي. سعدن والد صاحب جناب محمد حيات جن هڪ نيڪ نمازي ۽ درويش صفت انسان هئا. اوستو قبيلا اصل ۾ سومرا آهن ۽ اوستو سعدن لقب آهي. جناب در محمد صاحب جن ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ شڪارپور جي چيلا سنگهه سيتلداس اڪيڊمي مان پاس ڪئي. اوستو صاحب جن کي فارسي ۽ عربي مان سٺي ڄاڻ آهي ۽ اها تعليم پاڻ مولوي محمد ايوب مهر صاحب کان پرائي.

اوستو صاحب جن جو چوڻ آهي، تہ پاڻ ١٩٣٢ع ۾ ڳوٺان لڏي اچي جيڪب آباد ۾ رهيا.

## سماجي ڪم:

جيئن ته استاد صاحب جن هڪ خاص سماجي ڪارڪن آهن ۽ انهن سماجي بهبود واري ڪمن سان ڪين گهڻي دلچسپي آهي انهيءَ سبب آهي جو پاڻ ضلعي جيڪب آباد جي مشهور شخصيت آهن سندن ڇهن مهيني جي عهد ۾ ضلعي جيڪب آباد ۾ جيڪي به سماجي ترقياتي ڪم ٿيا تن ۾ سندن ڪافي هٿ هو. جن ۾ ڪاليج، هاءِ اسڪول، مڊل ۽ پرائمري اسڪول ۽ سندن تعليم وزارت واري دور ۾ جهڏي هاءِ اسڪول کي اپ گريڊ ڪيو ۽ ان جي عمارت اڍائي لک روپين جي لاڳت سان ٺهي تيار ٿي انهن کانسواءِ غريب شاگردن لاءِ ١٠ لک روپيا اسڪالر منظور ڪئي هڪوٽڙي کان سيوهڻ تائين روڊ سندن ڪوشش جو نتيجو آهي. سيوهڻ کي دادو ۽ دادو کي لاڙڪاڻي سان ڳنڍيندڙ روڊ جڏهن پاڻ وزير ٽرانسپورٽ هئا ته اهي روڊ پاڻ منظور ڪرايون.

پاڻ جيئن ته علم دوست شخص آهن ڪيترن ئي غريب مستحق شاگردن کي وقت بوقت مدد ڪندا رهندا.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي استاد صاحب جو چوڻ آهي ته شاگرد تعليم ۾ گهري دلچسپي سان پڙهو وٺن ته جيئن سنڌ وري علامه آءِ. آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي جهڙيون هستيون پيدا ڪري. جيڪڏهن حقيقت ۾ شاگرد پنهنجي سنڌ سونهاري کي سڌارڻ چاهين ٿا ته هو وڌيڪ توجه تعليم ۾ ڏين. شاگردن تي اهو الزام آهي ته هو ڪاپي ڪري پاس ٿا ٿين ڪين گهرجي ته. انهي بدنما داغ کي محنت ذريعي مٽائين. هو اهتري ته محنت ڪن جو سنڌ جهڙا پاڪستان جو هڪ حسين صوبو آهي سا مٿن فخر ڪري سگهي.

## شاه ڀٽائي:

شاه سائين بابت سنڌين چوڻ آهي ته شاه جو پيغام اخوت، محبت، حب الوطني ۽ الهه لوڪي سان پيار آهي ۽ خدا تعاليٰ اسان کي توفيق عطا فرمائي ته هن جهڙي ملڪي ۽ صوفي شاعر جنهن جو درجو اعليٰ آهي ان جي ڏيکاريل راه ۽ سنڌس پيغام ۾ سمايل راز تي عمل ڪريون ۽ ٻاڻ ۾ خاصيتون پيدا ڪريون. ڪجهه هي سٽون پيش آهن:

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

(شاه)

اوستو صاحب جن ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ جيڪب آباد مان سنڌ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا ۽ جناب ممتاز علي ڀٽو صاحب جي وزارت ۾ سنڌ جا وزير تعليم ٿيا.

# راڻا چندر سنگهه صاحب



راڻا چندر سنگهه ولد راڻا ارجن سنگهه ۹ مارچ ۱۹۳۱ع ۾ عمرڪوٽ ۾ پيدا ٿيا. سندن وڏن کي ڳوٺ ۾ جاگيرون مليل هيون ۽ اهي راڻا جاگير مشهور آهي. سندن تعلق مشهور راجپوت قوم سوڍا سان آهي، راڻو سندن لقب آهي.

اسان تاريخ جو مطالعو ڪنداسين ته سوڍا هڪ بهادر راجپوت قبيلو آهي. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پاڻ ڏيرادون مان سينئر ڪيمبرج ڪئي.

## سماجي خدمتون:

جيئن ته راڻا صاحب جن پنهنجي لڪ ۾ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا آهن. پاڻ ڪيترن ئي هندو شاگردن جي

وقت بوقت مدد ڪندا رهن ٿا. تنهن کانسواءِ عمر جي
ڪمن ۾ به سنڌين ڪافي چاهه رکيو آهي، پاڻ فراخدل،
طبيعت جا مالڪ آهن.

سنڌين چوڻ آهي ته انسان هن دنيا ۾ ٻئي انسان جي
مدد لاءِ پيدا ٿيو آهي تنهنڪري اسان کي گهرجي ته ٻين
خوف ٿي انسانيت جي خدمت ڪريون.

جيئن ته پاڻ پنهنجي سوڍا قبيلي جا سردار آهن،
تنهنڪري الهيءَ حيثيت سان پاڻ هميشه پنهنجي قبيلي
جي غريبن جي هميشه دل کولي مدد ڪن ٿا.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي راڻا صاحب جو چوڻ
آهي ته شاگرد کي گهرجي ته هو محنت ڪن. جفاڪشي ۽
لگن ليتي سان علم حاصل ڪن، جيئن ته هي تعليمي
مقابلي جو دور آهي هن دور ۾ جيڪو محنت ڪندو سو
ڪامياب ٿيندو. تعليمي اصلاحات جيڪي عوامي حڪومت
طرفان جاري ڪيل آهن ۽ تعليمي اصلاحات غريب شاگردن
لاءِ سهارو آهن ۽ هنن اصلاحات تي عمل ڪرڻ سان هو
پنهنجي منزل تي پهچي سگهن ٿا.

## شاهه پٺائي

راڻا صاحب جو چوڻ آهي ته شاهه جو ڪلام اسان
جي دلين ۾ هميشه جهولڻدڙ جهولو آهي، جيڪو هميشه
زنده رهندو، شاهه جو ڪلام ئي اسان لاءِ مشعل راهه آهي.

## هاري

هاري کي مخاطب ٿيندي راڻا صاحب جو چوڻ آهي
ته هاري کي سخت محنت ڪرڻ گهرجي ۽ ملڪ جي
پيداوار وڌائڻ لاءِ ڪمن وڏي جوابداري سان محنت ڪرڻ
کپي، جنهن ۾ هو پاڻ خوشحال رهندو ۽ ملڪ ۾ آسودگي
جي راهه ڏانهن گامزن رهندو.

# جناب مير سندر خان سندراڻي



جناب مير صاحب سال ۱۹۳٦ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ دڙي تعلقه ڪنڊڪوٽ ۾ ڄاوا هئا. سندن والد صاحب سردار مير زين الدين خان مشهور و معروف شخصيت هئا ۽ پنهنجي قبيلي جا سردار هئا. سندراڻي بليدي بلوچ قبيلي جي هڪ شاخ آهي هي قبائل ايران ۽ روس ۾ به آهن، سندراڻي صاحب جا وڏا جن ۾ مير چاڪر خان جو نالو سرفهرست آهي جيڪي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

مير سندر خان پنهنجي ابتدائي تعليم سينٽ پيٽرڪس اسڪول ڪراچي مان حاصل ڪئي ۽ ٥-٦ سال علامه آءِ آءِ قاضي جن جي صحبت ۾ گذاريو ۽ جناب اي-ڪي بروهي صاحب کان پرائيويٽ پڙهائيندا هئا. ۽ اهوئي سبب آهي جو مير صاحب کي علم، ادب ۽ تاريخ ۾ ڪافي ڄاڻ آهي.

## سماجي ڪم

جيئن ته مير صاحب جن هڪ سٺا سماجي ورڪر آهن

سعدن ڪميٽرائي سماجي ڀلي لاءِ ڪم ڪيل آهن ۽ جڏهن
١٩٥٣ع ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جيڪب آباد جا صدر هئا،
تڏهن دوران ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال ٺهرايو. ۽ ١٩٦٥ع
واري لڙائي ۾ اٽڪل ٦ لک روپيا چندو ڪري حڪومت
کي ڏنو.

١٩٧١ع واري جنگ دوران ۽ تحصيل ڪنڌ ڪوٽ
مان ٨ لک روپيا جمع ڪرائي حڪومت کي ڏنا تڏهن کان
سواءِ مير صاحب جن جا پيا به ڪميٽرائي سماجي ڪم ڪيل
آهن اڄ به ونن هڪ هاسٽل آهي جيڪا ١٩٤٨ع کان وٺي
هلائيندا پيا اچن جنهن ۾ ٨-١٠ ڇوڪرا رهن ٿا انهن جو
ڪپڙو ماني ٽڪي مير صاحب جن جي طرفان بندوبست ٿيل
آهي. تنهن کان سواءِ ڪيترن شاگردن کي اسڪالرشپون به
ڏيندا رهن ٿا.

**شاگرد :**

شاگردن کي مخاطب ٿيندي سعدر خان جن جو چوڻ
آهي ته شاگردن کي گهرجي ته هو وڌيڪ محنت ڪن؟ سياست ۾
تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ ڀلي ڀاڳ وٺن مگر دوران تعليم،
تعليم تي پورو توجه ڏين.

**شاهه پيٽائي :**

شاهه پيٽائي بابت مير صاحب جن جو چوڻ آهي ته
اسان جو فرض آهي ته شاهه سائين جو ڪلام پڙهون ۽ ان
کي سمجهون، شاهه جو رسالو اسان لاءِ رهبر آهي شاهه جي
ڏسيل اصولن تي هلي پنهنجي زندگي ڪامياب بڻايون هون؟
ته ڪين سڄي رسالي سان پيار آهي مگر مير صاحب کي هي
شعر وڌيڪ پسند آهي.

ستا اٿي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري

**هاري:**

هاري کي مخاطب ٿيندي مير صاحب جن جو چوڻ

آهي ته اسان جي ملڪ جو دارومدار زراعت تي آهي ۽ اسان
جي ملڪ جي هارين کي زراعت وڌائڻ لاءِ پنهنجو سمورو
وقت صرف ڪرڻ گهرجي جيڪڏهن اسان زراعت نه وڌائي
نه پوءِ اسين اڳتي هلي خودڪفيل ٿي ڪونه سگهنداسين.

هاري ۽ زميندار هڪ گاڏيءَ جا ٻه ڦيٿا آهن تنهنڪري
سندن تعاون نهايت ضروري آهي.

مير سندر خان سال ١٩٧٠ع جي اليڪشن ۾ صوبائي
اسيمبلي سيٽ لاءِ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ممبر
چونڊيا ويا.

# جناب عبدالحميد ميمڻ ولد حاجي صادق علي ميمڻ ٺٽو-



جناب عبدالحميد ميمڻ صاحب ١٩ جولاءِ سال ١٩٤٦ع ۾ ٺٽي ۾ پيدا ٿيا. سندن خاندان سنڌ ۾ تعارف جي محتاج نه آهي. سندن والد صاحب مرحوم حاجي صادق علي ميمڻ جن هڪ خدا ترس، بزرگ ٿي گذريا آهن، ۽ هميشه ٺٽي عوام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪيو. جنهن لاءِ سڄي سنڌ کين ياد ٿي ڪري. جناب عبدالحميد صاحب جن پرائمري تعليم ٻهڙي ڳوٺان آخوند برادرات مدرسي مان ورو ميٽرڪ ١٩٦٣ع گورنمينٽ هائي اسڪول ٺٽو ١٩٦٦ع ۾ (بي. اي) ايس. ايم ڪاليج ڪراچي مان ڪئي. جڏهن ته سندن والد محترم جن جو انتقال سال ١٩٧١ ۾ ٿيو ۽ پاڻ مجلس پارٽي طرفان ايم. پي. اي ٿيا آهن.

## سماجي ڪم:

سنڌ ۾ چوڻ آهي تہ اسان جو ضلع گهڻو پٺتي پيل هو، هن ضلعي لاءِ اڃا ڪجهہ ڪرڻو آهي.

سنڌ ۾ وڏن ڪان وٺي ديني مدرسن ۽ تعليمي ادارن جي مدد جو سلسلو هلندو پيو اچي ۽ هاڻ بہ الهيءَ سلسلي کي قائم رکيو اچن سنڌ ۾ چوڻ آهي تہ جيئن هيئنر سنڌ ۾ مٿان وڏي ذميواري آهي ۽ هاڻ ملڪ جي اڳيان جوابدار آهن هاڻ پنهنجي ضلعي جي سماجي ڪمن ۾ دلچسپي سان بهرو وٺي رهيا آهن.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي ممتاز صاحب چيو تہ شاگردن ۾ ڇوڪرا هجن يا ڇوڪريون ڪمن دل لائي تعليم پرائڻ گهرجي. اسان جي ملڪ ۾ ڇوڪرين جي تعليم جي سخت ضرورت آهي تنهنڪري اسان کي ڇوڪرين جي تعليم ڏانهن وڌ ۾ وڌ ڌيان ڏيڻ گهرجي تہ جيئن هو مادرن زماني ۾ ڇوڪريون مردن سان تعليمي ميدان ۾ ڪلهو ڪلهي سان ملائي هلن ۽ پٺتي نہ هجن.

## شاهہ ڀٽائي:

شاهہ سائين جي ڪلام بابت ممتاز صاحب چيو تہ شاهہ جو ڪلام لاثاني آهي ۽ سائين جو سڄو رسالو زندگي جي سڀني پهلوئن تي روشني وجهي ٿو. ڪمن ڀٽائي ڀلاري جو هي شعر وڌيڪ پسند آهي جاڪاڻ جو هن بيت ۾ سستي کي ننديو ويو آهي.

سستا اٿي! جاڳ، — ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، — ننڊن ڪندي نہ ملي.
(شاهہ)

## هاري

هاري کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته اسان جي عوامي حڪومت جي زرعي سڌارن مان هاري ڀاڳين کي پورو پورو فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي جيئن ته اسان جو ملڪ اڳتي هلي دنيا جي ملڪن سان آبادي، زراعت جي ميدان ۾ ڪلهو ڪلهي سان ملائي هلي.

# الحاج امير بخش خان جوڻيجو



جناب امير بخش خان جوڻيجو ولد امام بخش خان جوڻيجو جن سال ١٩٢٤ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ علي بخش خان جوڻيجو تعلقه خيرپور ناٿن شاهه ۾ پيدا ٿيا. سال ١٩٣٩ع ۾ فائنل پاس ڪئي ۽ ١٩٤٠ع ۾ آبداري پاس ڪئي ۽ ديني تعليم پنهنجي ڳوٺان حاصل ڪئي.

## سماجي ڪم:

جوڻيجو صاحب جن پنهنجي محنت، صداقت ۽ ايمانداري جي ڪري مشهور آهن، هاڻ پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسه کولايو جنهن ۾ استادن جو پگهار هاڻ پاڻ ڀريندا آهن ان ڪالسواءِ هاڻ ٣٠ شاگردن لاءِ بورڊنگ هائوس جو بندوبست به ڪيو آهن تنهن ڪالسواءِ قاضي برهان الدين خانپور وارو ۽ شاهه هدايت جي مقبري جي تعمير ۾ سندن ڪافي حصو آهي. هاڻ سندن والد صاحب جي وفات ڪالهوءِ ڇهترهين ٿيا ۽ سندن اڳواڻيءَ ۾ ڪيترائي ڏاج ڏيڻ جا ڪم ٿيا

۽ ڪيترا اسڪول، ٻيون ٺهيون ۽ ڀرپور ٿائين شاه ۾ گورنمينٽ ڪاليج ٺهرائڻ ۾ سندن وڏو حصو آهي ۽ سندن ڪوششن سان ڀرپور ٿائين شاه ڪان سيتا تائين ۹ ميل پڪو رستو ٺهي رهيو آهي. ٻاڻ رورل پروگرام ۾ ضلعي جا ميمبر آهن ۽ ڪوشش آهي ته هتي ٽيليفون لڳي.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي جوڻيجو صاحب جو چوڻ آهي ته شاگرد کي گهرجي ته تعليم تي توجه ڏين ۽ حڪومت جي ڏنل سهولتن مان فائدو حاصل ڪن، عملي سياست کان پري رهن ڪين والدين، استاد ۽ وڏن جي عزت ڪرڻ گهرجي.

## ڀٽائي صاحب

شاه سائين بابت جوڻيجو صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاه صاحب جي شعر مان ٻ، معنائون لڪل ٿيون هڪ ڏيندي معنئي پيو ڏئوي معنئي. اسان جيڪڏهن شاه صاحب جي رسالي تي عمل ڪريون ته آخرت ۽ هي زمانو سنو گذرندو. هونءَ ته ڪين سڄي رسالي سان پيار آهي مگر ڪين هي شعر وڌيڪ پسند آهي.

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين
(شاه)

## هاري

هاري بابت جوڻيجو صاحب جن جو چوڻ آهي ته هاري کي اسانجي عوامي حڪومت جي ڏنل سهولتن مان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي ڪين وڌيڪ محنت ڪرڻ گهرجي ان ۾ سندس ۽ اسان جي پياري ملڪ جو فائدو آهي. انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي ڪين گهرجي ته جيترو ٿي سگهي اوترو وڌيڪ محنت ڪن.

۱۹۷۰ع جي اليڪشن ۾ پاڻ پيپلس پارٽي جي طرفان سنڌ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا. هن اليڪشن ۾ پارٽي سڄي مغربي پاڪستان ۾ تمام گهڻا ووٽ کنيا ۽ وڏي اڪثريت سان ڪامياب ٿيا.

# سيد مراد علي شاهه ٻيرڙيا



سيد مراد علي شاهه ولد سيد نور محمد شاهه صاحب جن سنه ١٨٣٨ع جولاءِ ٢٤ تي ڳوٺ ٻيڙيا ۾ پيدا ٿيا، پاڻ ابتدائي تعليم ٻيڙيا شهر ۾ ۽ مئٽرڪ لوڪل بورڊ هائي اسڪول ٺارو شاهه مان سال ١٩٥٦ع ۾ پاس ڪئي ۽ بي. اي سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان سال ١٩٦٠ع ۾ پاس ڪئي.

## سماجي ڪم:

جيئن ته شاهه صاحب جو تعلق هڪ معزز امير سيد گهراڻي سان آهي، تنهن جي باوجود پاڻ هڪ بهترين سماجي ڪارڪن آهن ۽ پاڻ سماجي خدمتون ڪندا ئي آيا آهن، جن ۾ پاڻ اڃا مئٽرڪ جو امتحان ڏنو هئائون ۽ تنهن بعد پاڻ اسڪول (جتان مئٽرڪ جو امتحان ڏنو) ۾ وڏي ڇوڪرن کي فارسي پڙهائيندا هئا، تنهن بعد جڏهن هائي اسڪول ڪاليج جي درجي کي پهتو ته شاهه صاحب جن رضاڪارانه طور ڪاليج ۾ اقتصاديات جا درجا وٺندا هئا.

جيئن تہ سندن والد سيد نور محمد شاهہ صاحب جن هڪ
نهايت ئي اعليٰ قسم جا انسان هئا، تنهن والگر سيد مراد علي
شاهہ بہ سندن والد صاحب جي نقش قدم تي هلندو رهيو
اچي. سندن والد صاحب جي وقت کان جن شاگردن لاءِ
اسڪالرشپون ۽ جن بيوه عورتن لاءِ وظيفا قائم آهن سي
مراد علي شاهہ صاحب برقرار رکيو اچن تنهن کان سواءِ سندن
ڀٽائي صاحب ۽ قلندر شهباز سان خاص عقيدت آهي، پاڻ
سنا والديگر آهن، ۽ ٻيا جي شاگردن ۾ والد جو شوق حقيقت
۾ پاڻ ڏيارياٿون. جيئن تہ سيد مراد علي شاهہ پاڻ کي ماڻهن
جي ڪم لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. سندن چوڻ آهي
تہ اسان عوام جا ڪم بنا لالچ جي ڪريون ٿا جنهن جو
اجر ڪين الله تعاليٰ ڏيندو.

## شاگرد

اڄ جي شاگرن کي پيغام ڏيندي سيد مراد علي شاهہ
جن چيو ٿي تہ شاگرد کي گهرجي تہ پڙهائي سان گڏوگڏ
سماجي ڀلائي واري ڪم ۾ وڌي چڙهي حصو وٺن ۽ ڪين
استاد، مائٽن جي عزت ۽ پنهنجي فرض (تعليم) جيڪو مٿن
رکيل آهي تنهن تي ڪاربند ٿين سندس عزت ۽ مان وڌن
جي عزت ڪرڻ سان آهي. تعليم دوران عملي سياست کان
جيترو تي سگهي پاسو ڪن.

## شاهہ ڀٽائي:

شاهہ ڀٽائي صاحب جي شعر بابت سيد مراد علي شاهہ
جن جو چوڻ آهي تہ شاهہ ڀٽائي کي ڪيترا ماڻهو فقط
شاعر ڪين ٿا سمجهن مگر ڀٽائي صاحب هڪ قانون دان ۽
فلاسفر بہ آهي، شاهہ صاحب جو ڪلام سمنڊ آهي جنهن
جا فقط چند قطرا اسين سمجهي سگهيا آهيون. جيڪڏهن
اسين شاهہ سائين جي بيت تي عمل ڪريون تہ اسين اُنهن
سان بہ سٺ ڪهه برائي سکهون ٿا.

ڪين هي نهايت وڏو مسئلو آهي.

الست بربڪم جڏهن ڪن پيوم
تڏهن تت ڪيوم وچن وڏڙن سين

هاري پاڻ کي پيغام ڏيندي شاهه صاحب جو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن هاري چاهي تہ هو ڪامياب زندگي گذاري تہ ڪيس ٻن ڳالهين تي عمل ڪرڻ گهرجي. (١) محنت (٢) ايمانداري. تنهن سان گڏ پنهنجي اولاد کي تعليم ڏانهن رجوع ڪن ڪين زنالي تعليم ڏانهن بہ توجہ ڏيڻ گهرجي چاڪاڻ جو هڪ سٺي شهري بنجڻ لاءِ تربيت ضروري آهي جيڪا ڪيس والدين کان ملي ٿي.

ماءُ جو ڪردار ٻار لاءِ وڏي اهميت وارو آهي. تنهن ڪري زنالي تعليم کان بہ هاري کي غافل نہ ٿيڻ گهرجي ۽ اسان جي هاري جي اولاد کي گهرجي تہ هو تعليم سان گڏوگڏ پنهنجي پيءُ جي ڪم ۾ بہ ڄاڻ رکن. تنهن کان سواءِ هاري کي جيترو ٿي سگهي محنت ڪري، اها محنت سندس ذات لاءِ، سندس ٻچن لاءِ منتري ملڪ لاءِ ڪري.

# جناب حاجي محمدبخش خان جمالي

جناب حاجي محمد بخش خان جمالي ولد رئيس ڏاڏل خان جمالي جن سال ١٩٣٦ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڏاڏهي ۾ پيدا ٿيا. سندن تعلق مشهور جمالي بلوچ قبيلي سان آهي، جيئن ته جمالي صاحب جن جا والد صاحب مِن جمالي قوم جا سردار هئا، ۽ سندن وفات کان پوءِ حاجي محمد بخش خان کي جمالي قوم جو سردار تسليم ڪيو ويو. جمالي صاحب جن عابد ۽ مخلص آهن، پاڻ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٽپيداري جو ڪورس ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي آبائي ڌنڌي زمينداري ۾ لڳي ويا.

## سماجي خدمت:

جيئن ته حاجي صاحب ٻه ڀيرا ڊسٽرڪٽ ڪائونسل بهاولپور جا چيئرمين چونڊيا ويا ۽ پنهنجي ايام ڪار ۾ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا اٿس ۽ ڪيترائي اسڪول ۽ مدرسا ٺهرايائون. پاڻ هميشه غريبن ۽ مستحق ماڻهن جي مدد ڪندا رهن ٿا.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي حاجي صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاگرد کي گهرجي ته هو پنهنجي زندگي صحيح راهه تي هلائين ۽ مضبوط ارادي جي پختگي هجي ڪين ديني تعليم جي ڄاڻ ضروري آهي ۽ پنهنجو سڄو ڌيان تعليم تي ڏين. تعليم جو مقصد سمجهن ۽ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ محنت ضروري آهي.

**شاهه پڙهائي:**

حاجي صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاهه سائين جو ڪلام بيشڪ اونهيءَ معنيٰ رکي ٿو ۽ ان کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته علم وارو ماڻهو هجي ۽ سمجهدار هجي.

**هاري:**

حاجي صاحب جو چوڻ آهي ته هاري هجي يا زميندار ڪنهن ڳالهه ۾ پٺتي ڪرڻ گهرجي ۽ محنت ڪرڻ گهرجي.

حاجي محمد بخش خان جن سال ١٩٧٠ع جي اليڪشن ۾ پيپلس پارٽي جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ٿيا.

# جناب ولي محمد چاموٽ



جناب ولي محمد چاموٽ صاحب جن ۱۹۱۹ ۾ ڪراچي جي ابراهيم حيدري ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ۱۹۳۳ ۾ سنڌ مدرسة الاسلام مان مئٽرڪ ڪئي سندن اڳتي تعليم حاصل ڪرڻ جو خيال هو مگر ڪن مجبورين سبب اڳتي تعليم حاصل ڪري ڪو نه سگهيا. سندن چوڻ آهي ته پاڻ موروڙي جي خاندان سان تعلق ٿا رکن ۽ موروڙي ۽ مڇ جو ذڪر شاهه جي رسالي ۾ آهي، ڪراچي جو اصل نالو ڪلاچي هو ۽ مائي ڪلاچي هڪ همٿ ڀري عورت ماهيگير خاندان ۾ ٿي گذري آهي وقت بدلجڻ کان پوءِ ڪلاچي مان ڦري ڪراچي نالو ٿيو.

## سماجي ڪم

پاڻ ۱۹۴۵ ۾ ڪراچي فشرمين سوسائٽي قائم ڪئي ۽ ان جا وائيس چيئرمين ٿيا. اهي سوسائٽي جو تمام ماهيگيرن جي فلاح و بهبود لاءِ آهي ۽ هن سوسائٽي تحت ماهيگيرن

کي ڪمترين کي سهولتون مليل آهن، هيءَ سوسائٽي
پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي سوسائٽي آهي. جاموٽ (ڇڳو
مڙس) جي حيثيت سان ولي محمد صاحب پنهنجي قوم جي
فلاح و بهبود لاءِ ڪافي ڪجهه ڪيو. انهوءَ سبب آهي
جو اڄ ماهيگيرن جي ٻارن کي اسڪول ۽ ڪاليجن ۾ تعليم
جاري رکڻ لاءِ وظيفا ڏنا وڃن ٿا ۽ پنهنجي ماهيگير ڪميونٽي
کي ترقي ڏيارڻ لاءِ سندن ڪوششن کي ساراهيو وڃي ٿو.

**شاگرد:**

شاگرد کي مخاطب ٿيندي جاموٽ صاحب جو چوڻ
آهي ته شاگردن جو فرض آهي ته هو تعليم سان چاهه رکن ۽
دل لائي پڙهن. عملي سياست کان پري هجي سچو ڌيان
علم پرائڻ ڏانهن ڏين ڇاڪاڻ جو اڄڪلهه کين علم ڪم
ايندو ۽ موجوده عوامي حڪومت جي تعليمي اصلاحات مان
وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪن.

**شاهه پڙهائي**

شاهه سائين بابت ولي محمد صاحب جو چوڻ آهي ته
ته شاهه جي شعر کي جيترو ڳوڙهائي اکين سان ڏسو، سندن
شعر ۾ دنيا جي هر پهلو تي روشني وڌل آهي کين شاهه
سائين جو هي شعر وڌيڪ پسند آهي.

جي پاڻ ته جوڳي ٿيان - ته رلي ڪڍي م رل
آهين پاڻ املهه - ڇو پئين پيار ڪان
(شاهه)

١٩٧٠ جي اليڪشن ۾ جاموٽ صاحب پاڪستان پيپلز
پارٽي جي ٽڪيٽ تي ڪامياب ٿيا ۽ سنڌ صوبائي اسيمبلي
جا ميمبر آهن.

# جناب پير غلام مکي الدين جيلاني

## پير آف راڻي پور-

### سجاده نشين درگاه شريف راڻي پور-



جناب پير غلام محي الدين جيلاني جن سن ١٣٥٠ع هجري ۾ درگاه راڻي پور ۾ تولد ٿيا، پاڻ حضرت پير احمد شاه جيلاني جن جا وڏا فرزند ارجمند آهن. پاڻ هڪ روحاني بزرگ آهن پاڻ حضرت محبوب سبحاني، حضرت پيران پير دستگير سيد عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان آهن سندن وڏا

اپليغ جي سلسلي ۾ بغداد کان سنڌ ۾ آيا ۽ پوءِ سنڌ ۾
سڪونت پذير ٿيا سندن مريد، سنڌ، بلوچستان ۽ ٻين ڪيترن
علائقن ۾ آهن.

## سماجي ڪم:

پير صاحب جن راڙي پور ۾ مسجد سان لڳو لڳ
هڪ مدرسو قائم ڪيو آهي ۽ هڪ استاد پڻ رکيو آهي
جيڪو شاگردن کي ديني تعليم ڏيندو رهي ٿو. پاڻ ڪيترن
ئي شاگردن کي پنهنجي خرچ سان پڙهائين ٿا، راڙي پور
جي درگاهه تي لنگر چالو آهي جتان هر ڪنهن غريب غربي
کي ماني ٽڪي ۽ ڪپڙو به ڏنو وڃي ٿو.

پير آف راڙي پور جي شخصيت تمام متاثر ڪندڙ
آهي، ڪبر نه همت نه وڏائي، پاڻ هميشه پٺت تي ويهن ٿا
۽ سندن فيصلا مشهور آهن، مون سندن هڪ فيصلو ڏٺو
جنهن کي ٺيٺ ديني اصولن کي برقرار رکندي اميرنو ويو.

سيد ابو محمد صالح شاه راڙي پور جن تمام وڏا شاعر
۽ اولياءَ الله هئا سندن بابت هڪ شاعر هيئن چيو آهي ته:

"راڙي پور جو رهبر آيو صالح شاه سڏائي."

سندن ڪلام عام آشڪار آهي جيڪو سنڌي، فارسي،
اردو ۾ آهي. پناهي پلاري به هن گادي بابت پنهنجي ڪلام
۾ هيئن بيت فرمايو آهي.

ميران شاه مدد ڪر - تون داتون سڄي دادي،
آهين عبداللطيف جو تون حسني آن هادي.
بادشاه بغدادي - ڪران ساڙ مريد تني.

## شاه پناهي

پناهي پلاري بابت ساڻ فرمائين ٿا ته شاه جو ڪلام
تمام وسيع آهي ۽ پاڻ جيد ڪمال جا شاعر، صوفي ۽ اوليا آهن.

جناب پير آف راڙي پور جن جا اڪ فرزند آهن. وڏو
پٽ جيڪو صاحب دستار آهي.

(١) سيد ابو محمد صالح شاه (٢) پير عبدالرزاق شاه (٣) پير غلام غوث شاه (٤) پير غلام ياسين شاه (٥) پير غلام غفار شاه (٦) پير نياز حسين شاه (٧) پير راز دستگير (٨) پير رياض دستگير- جيڪي زير تعليم آهن.

**مشاغل:**

شڪار سيدن پسند جو مشغلو آهي، ۽ هاڻ سيد به اول درجي جي شڪار ڪندڙن مان آهن. تنهن کان سواءِ هاڻ اعليٰ قسم جا شهسوار به آهن.

# سردار نور محمد خان ٻجاراڻي



مير نور محمد خان ٻجاراڻي ولد سردار مير ڪرم خان ٻجاراڻي ٢١ آگسٽ ١٩٣١ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڪرمپور ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي آبائي پيشي زمينداري کي لڳي ويا. اڃا ٻار ١٦ سالن جي عمر جا هئا ته کين سرداري جي پڳ ٻڌائي وئي. ٻجاراڻي قوم جيڪا ساڍا ٥ لک آهي ۽ سنڌ ۾ آباد آهي انهن سڀني قوم جا سردار آهن ۽ الهيءَ سڄي ٻجاراڻي قبيلن جا فيصلا پاڻ ڪندا آهن.

## سماجي ڪم:

سردار مير نور محمد خان ٻجاراڻي جنهن هڪ سردار هجڻ جي حيثيت سان ڪافي سماجي ڀلائي جا ڪم ڪيا آهن ۽ ڪندا رهن ٿا. ڪرمپور مڊل اسڪول ۽ هاسٽل

سندن ڪوشش جو نتيجو آهي ۽ اڳي رهندڙ شاگردن کي
ماني ۽ ڪتاب وغيره مفت ۾ ڀاراٽي صاحب جي طرفان
ڏنا وڃن ٿا. انهن کان سواءِ بلوچ قوم جي سماجي بهبود
وارن ڪمن ۾ خاص دلچسپي وٺن ٿا. ڪيترن غريب شاگردن
جي پڙهائي جو خرچ برداشت ڪيو اٿن ۽ انهن شاگردن
مان ڪيترا انجنيئر ۽ ڊاڪٽر آهن.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي ڀاراٽي صاحب جو چوڻ
آهي ته شاگرد کي گهرجي ته پنهنجو پورو ڌيان تعليم تي
صرف ڪري ۽ عملي سياست کان پري رهن، اهوئي سبب
آهي جو عملي سياست ۾ دلچسپي هئڻ ڪري تعليمي
ميدان ۾ پٺتي رهجيو وڃن.

## شاهه ڀٽائي:

ڀاراٽي صاحب جو چوڻ آهي ته سنڌ جي خدمت
جيتري شاهه صاحب ڪئي آهي اوترو ڪنهن به ڪانه
ڪئي آهي، شاهه صاحب جي رسالي کي پي. ايڇ. ڊي
ڪرڻ گهرجي ۽ سندس ڪلام کي هر سنڌي پڙهي جنهن
مان اسان کي ڪافي ڪجهه ملندو.

## هاري:

سنڌ جي هاري کي مخاطب ٿيندي ڀاراٽي صاحب
جو چوڻ آهي ته عوامي حڪومت جي زرعي اصلاحات
مان اسانجي هاري طبقي کي فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي ۽
پنهنجي زرعي آبادي وڌائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪن،
محنت ۾ سندن فائدي جي ڳالهه آهي ۽ ملڪ و قوم جو
به ڀلو. سائنٽيفڪ طريقن سان آبادي ڪري ملڪ جي
پيداوار وڌائين.

جناب نور محمد خان ٻجاراڻي صاحب جون ١٩٧٠ع جي چونڊن ۾ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر منتخب ٿيا، مگر ١٩٧٣ع ۾ اها سندن صوبائي اسيمبلي جي سيٽ پنهنجي فرزند مير هزار خان ٻجاراڻي کي خالي ڪري ڏني ۽ مير هزار خان ٻجاراڻي هاڻي سندن صوبائي اسيمبلي جا ميمبر آهن ۽ جناب غلام مصطفيٰ خان جتوئي وزير اعليٰ سندن جي وزارت ۾ وزير مواصلات رهيو آهي.

# صغرا بيگم
# (ليڊي سر غلام حسين هدايت الله).



بيگم صاحبه جون سن ۱۹۰٦ع ۾ شڪارپور ۾ جنم ور
شروعاتي تعليم قرآن شريف پنهنجي گهر ۾ پرائي. سند
خاندان احمد شاه ابدالي جي خاندان مان آهي ۽ ناڻا ڀوڻا
دراني پٺاڻ آهن.

## سماجي ڪم:

جيئن ته بيگم صاحبه جن سماجي ڪمن ۾ وڏي چڙهي
حصو ورتو آهي - پاڻ محسوس ڪيائون ته سنڌ جي
ماڻهن کي نرسنگ جي ٽريننگ ڏيارڻي وڃي- تنهن لاءِ پاڻ
ڪوشش ڪري جيڪي ڇوڪريون چار درجا پڙهيل هيون
تن کي نرسنگ جي ٽريننگ ڏيڻ ۾ مدد ڪئي- تنهن کان
سواءِ خاتون پاڪستان ڪاليج ۽ اسڪول جو صدر مسلم
ليڊيز اسٽريڪل انسٽيٽيوٽ جي بورڊ جون پريزيڊنٽ- آل
پاڪستان ايجوڪيشنل ليڊيز سيڪشن جون پريزيڊنٽ- جنهن
تعمير سر سيد احمد گرلز ڪاليج ناظم آباد ڪراچي ٿيا ۽
گرلز گائيڊ جي ڪائونسل جون پريزيڊنٽ به ٿي
رهيون آهن.

جيئن ته ڪمن لنيڻ ۾ ئي سماجي ڪمن ڪرڻ جو
تمام شوق هو ۽ پاڻ يونا، مهاڻي شور ۽ منگورا ۾ اسپتال
۽ ڪيترا اسڪول کولايا.

## نياڻين کي نصيحت:

جيئن ته اسلام زالن کي به سمورا حق ڏنا آهن- تنهن
ڪري عورتن کي گهرجي ته هو زندگي جي هر هڪ شعبي
۾ حصو وٺن- مردن سان پالهن ٻاهي ٿي اٿهن. تعليم پرائين
خوش اخلاق رهن- گهريلو ڪمن ۾ دلچسپي وٺن- گهريلو
ڪمن ڪارين جي ڄاڻ، ٻارن جي تربيت تي خاص ڌيان ڏين-
اجايو ڏيکاءُ ۽ وڏائي کان پري رهي پاڻ ۾ شجاعت پيدا
ڪن. عورت جو هڪ روپ ماءُ به آهي ۽ ماءُ جو مطلب
آهي ممتا، ممتا محبت سان ڀريل آهي.

## ڀٽائي:

شاه سائين بابت بيگم صاحب جن جو چوڻ آهي ته
ڀٽائي جو ڪلام علم ۽ تهذيب آهي- محبت جو پيغام آهي-
ملڪ ۽ ان جي سلامتي آهي- خدا ۽ ان جي رسول صلعم
جو ذڪر آهي- دنيا جي مڙني برائين کان بچڻ جو پيغام
آهي ۽ مڪمل معجزو بيت آهي- اسان کي گهرجي ته شاه

ساڻن جو ڪلام پڙهي ٻڌڻ سان ٻڌايون - حڪيم صاحب
جن سچي پرهيزگار صوم و صلوات جون پابند آهن ۽ زندگي
جا آخري ڏينهن الله تعاليٰ جي ياد ۾ گذاري رهيون آهن
ڪين علم ۽ ادب سان گهري دلچسپي آهي پاڻ هميشه غريبن
۽ مستحق ماڻهن جي مدد ڪنديون رهن ٿيون.

# الحاج مير الهه بخش خان منگسي بلوچ

## پريزيڊنٽ آل پاڪستان منگسي تنظيم ۽ هڪ روشن خيال زميندار



مير الهه بخش خان منگسي ولد مير گل محمد خان منگسي جو جنم ۱۴ آگسٽ ۱۹۳۲ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ حاجي الهڏنو خان منگسي ۾ پيدا ٿيا. جيڪو سرهاري ريلوي اسٽيشن کان ۳ ميل ميان جي مفاصلي تي آهي. پاڻ اعليٰ تعليم يافته آهن.

سال ١٩٤٨ع ۾ "مگسي تنظيم" نالي هڪ تنظيم قائم ٿي جنهن جا پاڻ پريزيڊنٽ آهن ۽ پريزيڊنٽ جي حيثيت سان پنهنجي مگسي قبائل لاءِ رات ڏينهن محنت ڪن ٿا. تنظيم جنهن جو مقصد آهي تہ مگسي قبائل جي فلاح ۽ بهبود. سندن چوڻ موجب تہ مگسي قبائل، يمن، سعودي عرب، شام، لبنان عراق ۽ ايران ۾ پکڙيل آهن.

سندن چوڻ موجب تہ تنظيم کان اڳ، هي قبيلا منتشر ٿيل هو ۽ تنظيم جي ڪري هي قبائل پاڻ ۾ هڪ پليٽ فارم تي اچي گڏ ٿيا آهن.

مير صاحب جي چوڻ موجب تہ هر هڪ قبيلي ۾ نهايت باشعور ماڻهو موجود آهن، کين گهرجي تہ پنهنجي قبيلن کي سماجي ۽ معاشي طرح بيدار ڪن. جيڪڏهن اهو باشعور ماڻهو پنهنجي قبيلي جي تنظيم نہ ڪندو تہ اڳتي هلي الله تعاليٰ وٽ جڏهن اهو سوال ٿيندو تہ توهان پنهنجي قبيلي لاءِ ڇا ڪيو تہ ڪهڙو جواب ڏيندو؟

## شاهہ ڀٽائي بابت رايو:

مير صاحب جو چوڻ آهي تہ شاهہ سائين جو سنڌ ۽ سنڌي ٻولي تي وڏو احسان آهي. سندن چوڻ موجب تہ شاهہ سائين جو رسالو هونءَ تہ سڄو پارس آهي مگر کين خاص ڪري هن بيت سان لڳاءُ آهي.

ولر ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾
ڏسو پکيئڙن، ماڻهان ميٺ گهٽي

۽ انهي ئي کان متاثر ٿي پاڻ پنهنجي تنظيم کي اڳتي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

## اڄ جو شاگرد:

تنهن لاءِ سنڌين چوڻ آهي ته اسان جو ملڪ هڪ غريب ملڪ آهي. تنهنڪري اڄ جي شاگرد کي گهرجي ته هو محنت ڪري پنهنجي ملڪ جو ناموس ۾ حصو وٺن ۽ پنهنجو ڌيان علم پرائڻ ۾ صرف ڪن ۽ پنهنجي غريب مائٽن جي پگهر جي موڙهي کي برباد نه ڪن ۽ تعليم جي حقيقي مقصد سان لڳاءُ رکن.

سنڌين چوڻ آهي ته هن وقت جيڪي اگريڪلچر فارمس آهن انهن کي جديد سائنسي طريقن سان سڌاريو آهي، جيئن ته اسانجو ملڪ زرعي آهي ۽ هتي جو زميندار طبقو گهڻو ڪري زراعت جي جديد طريقن کان غير واقف آهي. باقي سنڌ جا اهي ٿورڙا زميندار آهن جن پنهنجي سڄي زمين کي بلڊوزر سان ليول ڪرائي جديد نموني جي طريقن کان ڪم ورتو وٽن پنهنجا ۸ ٽريڪٽر آهن.

## هاري ڏانهن پيغام:

سنڌين چوڻ آهي ته ماضي ۾ اسانجي هاري ڀاءُ سان ڏاڍيون ناانصافيون ٿيون آهن موجوده حڪومت "پيپلز پارٽي" جي زرعي اصلاحات جي ڪري هاڻي اسانجي ملڪ جو هاري خوشحالي جي رستي تي گامزن آهي ۽ کين جائز حقن ملڻ جي قانوني اجازت آهي.

سنڌين چوڻ آهي:- بنيادي طرح آئون به هڪ هاري آهيان ۽ آئون چاهيان ٿو ته ڀرپاسن ۾ جتي اسانجو هاري ڀاءُ آهي اتي سندس اولاد کي، تعليم، صحت ۽ بنيادي ٻيون سهولتون ملن.

سنڌين هاري ڀاءُ کي چوڻ آهي ته اسانجي ملڪ ۾

ٻهراڙون دفعه اسلامي ملڪ جي اپوجهه هاري کي پيپلز پارٽي جي پليٽ فارم تان آئيني حقوق مليا آهن. ۽ ان کان علاوه ٻه سنڌين پارٽي "پيپلس پارٽي" هتي جي هاري پاڻ کي وڏيڪ سهولتون ڏيندي.

اهو ڏينهن ٻه دور نه آهي جو جڏهن هاري پاڻ لاءِ خوشين جو سورج طلوع ٿيندو ۽ اسلامي ملڪ جو هاري دنيا جي زرعي طبقي ۾ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلندو ۽ سنڌين چوڻ آهي ته آئون الهيءَ سڀ جي اپڙڻ جي انتظار ۾ آهيان.

حج:

پاڻ ٥ حج ڪيا آهن ۽ سندن چوڻ آهي تہ جنهن ماڻهو کي الله ۽ الله جي حبيب سان سچي الفت آهي ۽ سرلدي پهچندي وارو آهي ۽ سندس ايمان پختو آهي ته دنيا جي ڪابه طاقت سندس ايمان کي لوڏي نٿي سگهي. چاهي سندس راه ۾ ڪيترا به ڪنڊا اچن ته به.

ماڻڪ ملهائي مرڪي نڪتو مڇ مان شاهه

سياحت:

پاڻ سڄي يورپ ۽ مڊل ايسٽ جي ڪيترائي دفعه سياحت ڪري آيا آهن ۽ پنهنجي تنظيم جو پيغام ٻه جن ملڪن ۾ مڪسي قبائل رهن ٿا انهن تائين پهچايو آهي.

سنڌ، تن، من ڌن ۽ سڀ ڪجهه قربان آهي. وطن جي عظمت اڳيان سڀ کان مقصد آهي چاڪاڻ جو وطن جي حب ايمان جي نشاني آهي.

ممڪن آهي ته دکي انسانيت جي خدمت ڪرڻ
منهنجو فرض ٿو سمجهان ۽ الله تعاليٰ مون کي توفيق ڏئي
ته آئون دکايل انسانيت جي همدردي ۽ مدد ڪريان.

# محترم ڊاڪٽر

## مسز الهه بخش ذن منگسي

ڊاڪٽر صاحبه جن جو جنم ۱۰ آگسٽ سال ۱۹۳۵ ۾ ٿيو.

هن ۱۹۶۰ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج مان ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري حاصل ڪرڻ کان پوءِ ليڊي ڊفرن اسپتال (حيدرآباد) ۾ انچارج ٿي رهيون ۽ ٻن سالن کان پوءِ نوڪري ڇڏي ڏنائون.

انهن دوران سندن شادي مير الهه بخش خان منگسي سان ٿي ۽ کين ۳ پٽ هر هڪ رضوان احمد گل، عمران احمد گل ۽ عرفان احمد گل ۽ ۲ نياڻيون راحيله گل ۽ نائله گل آهن.

ڊاڪٽر صاحبه جن هڪ روشن خيال طبيعت جون مالڪ آهن.

هروقت ڳراين جي مدد ڪندئون رهن ٿيون نوڪري ڇڏڻ کان پوءِ سندن دلچسپي سماجي ڪمن سان ٿي ۽ خاص ڪري عورتن جي اصلاح ۽ بهبود لاءِ ڪوشان رهن ٿيون.

سندن شوهر مسٽر الهه بخش خان جي تمام وڏي زميداري آهي.

تنهنڪري ڊاڪٽر صاحبه جن هر هفتي پنهنجي زمين تي رهندڙ هارين غريب ڳوٺاڻن جي دوا درمل ڪن ٿيون.

ان کان سواءِ پنهنجي اولاد جي نگهداشت ڪن ٿيون.

سندن چوڻ آهي ته عورت جو صحيح مقام سندس گهر آهي.

ماءُ جو فرض آهي ته پنهنجي ٻچن جي صحيح نگهداشت ڪري ته جيئن سندس اولاد اڳتي هلي سٺو ۽ ڪارآمد شهري ٿئي.

پاڻ ٦ حج ڪري آيون آهن سندن چوڻ آهي ته جيڪڏهن مائٽ صوم و صلوات جو پابند هوندو ته اولاد به مائٽ جي پيروي ڪندو.

جيئن ته ڊاڪٽر صاحبه جن پاڻ هڪ اعليٰ تعليم يافته

(د)

آهن تنهنڪري تعليم جي قدرن کي محسوس ڪندي.

سندن چوڻ آهي تہ اسان جي ملڪ لاءِ تعليم ضروري آهي.

# علي نواز شاه رضوي



سيد علي نواز شاه ولد شجاع محمد شاه پنهنجي آبائي ڳوٺ حاجي مدد شاه (ميرپور خاص ۾) ١-١-١٩٤٢ ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم کان پوءِ مئٽرڪ تائين سينٽ بوناوينچر ۾ پڙهيا. ١٩٥٩ ۾ مئٽرڪ ١٩٦٤ ۾ بي. اي ڪئي. سنڌ ڪاليج (لطيف) ۾ پاڻ مختلف وقتن ۾ جنرل سيڪريٽري ٿي رهيا. ١٩٦٦-٦٧ ۾ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ايل. ايل. بي ڪيائون. انهي دوران مذڪور ڪاليج ۾ به جنرل سيڪريٽري جي عهدي تي فائز ٿي رهيا. ان کان سواءِ اڪثر ڪاليجن باڊي جا چيئرمين پاڻ ٿي رهيا.

## سماجي ڪم

سيد علي نواز شاه صاحب هڪ سائنٽفڪ طبيعت ۽ سلجهيل ذهن جو مالڪ آهي. انهن کان سواءِ سماجي بهبود وارن ڪمن سان سندن خاص لڳاءُ ٿي رهيو آهي. پاڻ هر وقت ڳوٺاڻن ۽ هارين جي ڪمن ۾ مشغول رهن ٿا.

۽ سنڌ هر طرح جي مدد ڪن ٿا. تنهن کان سواءِ ٻاڻ وڪالت ۾ ڀري ڪندا آهن جنهن لاءِ ڏي وغيره ڪونه وٺندا آهن. محمد علي نواز شاهه سماجي ميدان ۾ هڪ اڀرندڙ نوجوان شخصيت جا مالڪ آهن ۽ اهو ڏيهن ڀري ٿاهي جڏهن سنڌ سماجي ڪمن جو چرچو هر خاص و عام جي زبان تي هوندو.

## شاگرد

شاهه صاحب شاگردن کي مخاطب ٿيندي چون ٿا ته شاگردن کي گهرجي ته ٻهھجو ٻورو ڏيان تعليم ڏانهن ڏين. سماسي ڌڙن ۽ فسادن کان پري رهن. ان کان سواءِ سنڌ دلهون ڪمي ۽ حسدڪان پاڪ هجن. زياده ترڪمن ٽيڪنيڪل ۽ فني تعليم ڏانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي.

## شاهه ڀٽائي

شاهه عبداللطيف ڀٽائي بابت سنڌ چوڻ آهي ته شاهه سائين جو شعر محبت، خلوص، پڌي، وڏي لنڊي جي عزت سڃاڪاري ٿو. شاد جو ڪلام اسان لاءِ هڪ سکيا آهي. ڪمن شاهه عبداللطيف جي بيت جون هي سٽون وڏيڪ پسند آهن.

ماڻهون سڀ نه سهڻان. پکي سڀ نه هنجهه
ڪنهن ڪنهن ماڻهون منجهه. اچي ٻوءِ
بهار جي
(شاهه)

## هاري

سنڌ جي آبادڪارن کي سنڌ فلاح ۽ بهبود لاءِ هڪ پولس ڏاهڻ گهرجي جڏهن ٻهجهي مسئلن کي راهمي طرح سان ٿيمري سگهن. هارين کي گهر جي ته ٻهجهي پنڌ ڪش کي وڏائڻ لاءِ وڏيڪ محنت ڪرڻ جي طريقن موجب

پنهنجي آبادي کي سڌاري ۽ عوامي حڪومت جي جاري ڪمل زرعي اصلاحات مان پورو فائدو حاصل ڪــن. جنهن ملڪ جو هــي طبقو اڳتي هلي وڌيڪ زندگي کي خوشحال بڻائي.

# سردار محمد بخش خان ناريجو



سردار محمد بخش خان ناريجو ولد خانصاحب الحاج غلام قادر ناريجو جن سال ١٩٣٥ع ۾ سانگهڙ ۾ پيدا ٿيا، سردار محمد بخش خان ابتدائي تعليم اين- جي- وي مان ؟

اسلاميه ڪاليج ڪراچي مان انٽر تائين تعليم حاصل ڪئي، پوءِ پنهنجي آبائي زمين زميداري ۽ پنهنجي ناريجا قوم (جنهن جا هاڻ سردار آهن) جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا.

سندن هي اصول آهن جن کي ناريجي صاحب پنهنجي زندگي جو نصب العين بڻايو آهي.

(١) جتي اعتماد آهي - اتي محبت آهي.
(٢) جتي محبت آهي - اتي امن آهي.
(٣) جتي امن آهي - اتي رحمت آهي.
(۴) جتي رحمت آهي - اتي خدا آهي.
(٥) جتي خدا آهي - اتي ڪنهن ٻي شيءِ جي ضرورت ڪانهي.

سردار محمد بخش ناريجي جن جي والد صاحب ١٩٦٦ع ۾ رحلت فرمائي ۽ ناريجي قوم محمد بخش خان کي پنهنجو پڳراءِ ۽ سردار منتخب ڪيو. هاڻ ناريجا قوم لاءِ فرمائين ٿا ته، اتحاد، ٻڌي، صلح سان رهڻ، هن کان وڌيڪ ٻي ڪابه شيءِ نه آهي. اسان جي نبي سڳوري جو قول آهي ته صلح، روزي، نماز ۽ صدقي کان افضل آهي.

## سماجي ڪم:

سردار محمد بخش ناريجا جن هڪ نهايت ئي اوچ سماجي ڪارڪن آهن، جڏهن به ڪنهن سماجي خدمت ڪرڻ جو موقعو مليو آهي تڏهن سردار صاحب ان ۾ وڌي چڙهي حصو ورتو آهي.

سانگهڙ جي سول اسپتال ۾ مسجد -/٥٠٠٠٠ رپين جي لاڳت سان تعمير ڪرائي، سردار محمد بخش ناريجو ٽمدس ڪورٽ، ١٩٦٥ع واري جنگ ۾ هاڻ اسان جي بهادر فوجن

جي خدمت ڪئي ٿارو پوڻ دوران به پوڻ جي ساٿين جي
ڪافي امداد ڪئي.

سانگهڙ سپورٽس ڪلب جا پاڻ صدر آهن ۽ هن ڪلب
کي سندن ڪافي مالي مدد ڏنل آهي.

ٿاريجو صاحب جن خوش اخلاق ملنسار، گفتار جا حليم،
۽ رحمدل انسان آهن، پاڻ ڪيترن ئي تعليمي ادارن ۽ غريب
شاگردن جون هر وقت مددون ڪندا رهن ٿا، ۽ اهڙا ڪم
مومن هميشه ياد رهندا.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي ٿاريجي صاحب جو چوڻ
آهي ته شاگردن کي گهرجي ته پنهنجو سمورو ڌيان تعليم
تي صرف! ڪن.

استاد، وڏن جي عزت، ماٽن جي فرمانبرداري ڪرڻ
سان ئي هو پنهنجي اصل مقصد ۽ منزل مقصود تي پهچي
سگهن ٿا.

## هاري:

جيئن ته ٿاريجي صاحب کي زراعت ۾ ڪافي چاهه
آهي پاڻ انٽر فارمر ليڊر ايڪسچينج پروگرام تحت آمريڪا
ويا جتان زراعت جي جديد تجربن سان ڪافي فائدو، ۽ هاري
کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته، هاري وڌيڪ
محنت ڪري ۽ ان اپائي ۽ پاڻ توڙي ملڪ خوشحال رهي،
عوامي حڪومت جي زرعي اصلاحات تي عمل ڪري اسان
جي هاري کي کپي ته هو جديد نئي زرعي اوزارن تحت
آبادي ڪن.

## شاهه پناهي

شاهه پناهي سائين بابت ٿاريجي صاحب جن جو چوڻ

آهي ته شاهه جو رسالو نصيحت آموز آهي ۽ اهو رسالو قومي سرمايو آهن. اهڙيون شخصيون ورلي پيدا ٿين ٿيون.

کين ڀٽائي ڀلاري جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

جي تو بيت ڀانئيا - سي آيتون آهن،
تهو من لائين - پريان سندي پار ڏي.

(شاه)

# حاجي نجم الدين سريوال (لغاري بلوچ)



حاجي نجم الدين ولد حاجي فتح محمد سال ١٩٣٢ ۾ ڳوٺ ماڙڪ لغاري ۾ پيدا ٿيا ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ (گلاب لغاري) مان وٺڻ کان پوءِ ٽنڊو باگو ۾ ١٩٣٧ ۾ نور محمد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي تنهن پنهنجي آبائي ٻنهي زميداري ۾ لڳي ويا.

## سماجي ڪم

جيئن ته پاڻ زميندار شخص جي باوجود هڪ سٺا سماجي ڪارڪن به آهن ۽ پاڻ هميشه سماجي ڪمن ۾ وڌيڪ چڙهي حصو ورتو اٿن ماتلي هاءِ اسڪول جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ پاڻ ٢٥ هزار رپيا چندو ڏنائون ۽ ماتلي ۾ هڪ ايجوڪيشنل سوسائٽي جنهن ۾ پاڻ خزانچي هئا ١٩٥٦ ۾ حاجي صاحب جن جڏهن وزير صنعت ۽ ڪامرس ٿيا ته هن ماتلي هاءِ اسڪول لاءِ ٧٠ هزار رپيا چندو ڏنو جنهن مان ماتلي هاءِ اسڪول جي موجوده هاسٽل ٺهي ۽ ماتلي هاءِ اسڪول

جي ٻاهو وڃهڻ ۾ ٻالو شمار ٿئي ٿو. انهن کان سواءِ
سر غلام حسين هدايت الله هاءِ اسڪول سنڌ لاءِ ڪاليج ۽
مشنري هوم جي ٻاهو وڃهڻ مان هڪ آهن ١٩٦٧ ۾
جڏهن سنڌ جي شاگردن کي جهلن ۾ وڌو هو ته ٻاڻ سنڌ
جي ١٠٧ شاگردن جا ضامن ٻڌا.

## شاگرد

سنڌ چوڻ آهي ته شاگردن کي گهرجي ته پڙهائي دوران
ملڪي سياست کان پري رهن. هو ڪاليج ليول تي سياست
۾ ڀلي ڀرو وٺن. انهن کان سواءِ اسان جي شاگردن کي
محنت ۽ تعليم تي پورو توجهه ڏيڻ گهرجي چاڪاڻ جو
جڏهن اسان جو شاگرد تعليم تي پورو توجهه ڏيندو ته
هو ڪامياب ٿيندو ۽ اها ڪاميابي سنڌ جو مستقبل
ٺاهيندي.

## شاه ڀٽائي

شاه صاحب بابت سنڌ جو چوڻ آهي ته شاه سائين جي
ڪلام ۾ اهو پيغام آهي جو جيڪڏهن اسين ان پيغام تي
هلون ته ڪامياب ٿيون ۽ اها ڪاميابي جيڪڏهن اسين
حاصل ڪرڻ چاهيون ته ڀٽائي گهوٽ جي ڪلام کي
پڙهون ۽ پروڙيون.

## هاري

هاري بابت سنڌ جو چوڻ آهي ته ڪمس زمين تي پورو
پورو توجهه ڏيڻ گهرجي ۽ اهو توجهه آبادي وڌائيندو
جنهن مان هاري، زميندار ۽ ملڪ کي فائدو پهچندو انهن
کان سواءِ هاري ۽ زميندار هڪ گاڏي جا ٻه ڦيٿا آهن.
ڪمن ڏاڻ ۾ سٺا ناتا قائم ڪرڻ گهرجن ۽ اسان کي گهرجي
ته اسان جي عوامي حڪومت جي رائج ڪيل زرعي
سڌارن مان فائدو وٺون. پاڻ [illegible] کان پهرئين ١٩٤٦ ۾

ڊسٽرڪٽ لوڪل ڪائونسل جا ميمبر ٿيڻ کان پوءِ ١٩٥٢ ۾ حيدرآباد ميونسپالٽي جا ميمبر ۽ ١٩٥٣ ۾ صوبائي اسيمبلي جا ميمبر ١٩٥٤ ۾ ٻاط وزير ايڪسائيز ۽ ٽيڪسيشن ٿيا ١٩٥٦ ۾ ٻاط وزير انڊسٽريز، ڪامرس ۽ فاريسٽ ٿيا.

# جناب پير آفتاب حسين شاهه جيلاني
# ولد پير غلام رسول شاهه صاحب جيلاني



پير آفتاب حسين شاهه صاحب جن ۱۴ نومبر ۱۹۴۶ع ۾ ميرپورخاص ۾ تولد ٿيا.

شروعاتي تعليم ميرپورخاص مشترڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ميرپورخاص ۾ سال ۱۹۶۳ع ۾ ڪيائون.

ايگريڪلچرل ڪاليج ٽنڊوڄام مان بي ايس سي آنرز ۽ ايم ايس سي آنرز ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ڪاروبار ۽ زميداري ٻنهي کي سنڀالڻ لڳا.

اسڪول جي زماني کان وٺي پير صاحب کي راند جو ڏاڍو شوق هو ۽ اهوئي سبب آهي جو اسڪول جي زماني کان يونيورسٽي تعليم تائين ڪرڪيٽ ٽيم جا ڪئپٽن ٿيندا رهيا آهن ۽ قائداعظم ٽرافي ايوب ٽرافي کان سواءِ ولراپ ٽرافي به حاصل ڪئي اٿن.

ٻارو ميرپورخاص ۾ سري لنڪا جي ٽيم جي مقابلي ۾ به ڀاڳ چڱو ملهايو ائين. ٻئي اعليٰ پائي جا رانديگر آهن.

## سماجي ڪم:

پير آفتاب حسين شاهه جن جو سماجي ڪمن ۾ ڪافي حصو آهي جن ۾ سانگهڙ ريڊ ڪراس ٿرپار جي آرگنائيزنگ ڪميٽي جا ميمبر آهن. ٿرپارڪر ڪاچو ل آرگنائيزيشن جا ميمبر آهن- روٽري ڪلب ٿرپارڪر جا ميمبر آهن- مينٽل هاسپيٽل حيدرآباد ويلفيئر ايسوسيئيشن جا ميمبر آهن- ٿرپار جي سالانه ڪان جي لماع جي آرگنائيزنگ ڪميٽي جا ميمبر آهن- ۽ پڻ به ڪيترن ئي سماجي ٻهبود جي مجلسن سان سندن واسطو آهي.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته هي ئي سائنسي ۽ ٽيڪنالاجي دور آهي ۽ اسان جو ملڪ پاڪستان انهيءَ ڏس ۾ ترقي پذير آهي. اسان شاگردن کي گهرجي ته سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ڏي گهڻو ڌيان ڏيون- ۽ سياست کان پري رهي پنهنجو پورو ڌيان تعليم ۾ صرف ڪريون- هن مقابلي ۽ محنت واري دور ۾ جيڪو شاگرد محنت ڪندو سو ڪامياب ۽ ڪامران ٿيندو.

## شاهه ڀٽائي:

پير آفتاب حسين جن جو چوڻ آهي ته ڀٽائي ڀلاري جو پيغام سڄي انسانيت لاءِ آهي. شاهه سائين جي پيغام ۾ محبت ۽ انساني برادري کي پاڻ ۾ ملائڻ- امن سان رهڻ لاءِ چيل آهي- شاهه جي شاعري مان اڄڪلهه جي حالتن کي سمجهڻ وٺڻ گهرجي، جو ته شاهه صاحب فرمايو آهي ته

ولر ڪيو وتن، ته چڙن پاڻ ۾

پسو پکيئڙن ماڻهان ميٺ گهڻي

شاهه جي پيغام کي ٻين زبانن ۾ ترجما ڪرائي سڄي

عالم ۾ ڦهلائڻ گهرجي- شاهه جو پيغام هڪ بين الاقوامي پيغام آهي جنهن لاءِ خود شاهه فرمايو آهي ته:

سائين م سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٿا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

# جناب قاضي محمد اڪبر



جناب قاضي اڪبر صاحب جن ۱۹۱۱ ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ سيوهڻ شريف ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم ڳوٺان لڏهن بعد قاضي اڪبر اسڪول مان (جيڪو سندن ڏاڏي سان منسوب آهي) ۽ ۱۹۲۶ ۾ ميٽرڪ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي مان پاس ڪئي، انٽرعلي ڳڙهه مان ڪرڻ کان پوءِ حيدرآباد ۾ هڪ ميڊيڪل اسڪول هوندو هو اتي ۴ سالن ۾ ميڊيڪل ڪورس ڪيو. پاڻ ٦ مهينا فارسي ۽ حڪمت ۽ عربي مولانا محمد صادق کڏي واري وٽ پڙهائيا انهيءَ مدرسي جنهن ۾ پاڻ پڙهيا ان جو نالو مدرسه مظاهرالعلوم هو. انهيءَ وقت اهو مشهور هو ته شاگرد کي ديني تعليم ڏياري ويئي.

سندن والد صاحب قاضي عبدالقيوم جن به پنهنجي وقت جا هڪ سٺا سماجي ڪارڪن ٿي گذريا آهن سندن نالي تي حيدرآباد جو مشهور ۽ معروف روڊ قاضي عبدالقيوم

روڊ آهي ۽ قاضي عبدالقيوم اسڪول (حيدرآباد) ۾
موجود آهي.

## سماجي خدمتون

قاضي محمد اڪبر صاحب جن جو شمار به سنڌ جي
سماجي ڪارڪنن ۾ ڪيو وڃي ٿو، جيئن ته پاڻ حيدرآباد
ميونسپالٽي جا وائيس پريزيڊنٽ ۽ پريزيڊنٽ رهي چڪا آهن
سندن ايامڪاري ۾ ڪيترائي سماجي ڪم ٿيا، جڏهن پاڻ
وزير تعليم هئا ته ڪيترائي تعليمي ادارا سندن ڪوشش
سان قائم ٿيا جيڪي اڄ ڏينهن موجود آهن، جن ۾ زبيده
ڪاليج ۽ هاسٽل حيدرآباد جنهن تي ٣ لک ٥٠ هزار رپيه
خرچ آيو، ماڊل هاءِ اسڪول، نيو ڳوٺ اسڪول گورنمينٽ
قلعي حيدرآباد ڪاليج ۽ هاسٽل ۽ مسجد تنهن کان سواءِ
مسلم ايجوڪيشنل سوسائٽي جي پريزيڊنٽ جي حيثيت
سان نورمحمد هاءِ اسڪول ۽ مسلم ڪاليج حيدرآباد جي
سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪافي ڪم ڪيو جيڪو يادگار
رهندو. ڪيترن ئي مسلمانن کي روزگار سان لڳايو ويو،
سندن ايامڪاري ۾ ميونسپالٽي طرفان اسڪالرشپون منظور
ٿيون، سندن چوڻ آهي ته تعليمي ادارن جي کوٽ کي
محسوس ڪندي به اسڪول جنهن ۾ هڪ قاضي اڪبر
هاءِ اسڪول ۽ قاضي عبدالقيوم اسڪول حيدرآباد ۾
کولايا ويا.

پاڻ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد جي بنياد وجهندڙن مان
آهن. قاضي صاحب جن اڄ ڏينهن ڪيترن ئي غريب مستحق
شاگردن کي اسڪالرشپون ڏيندا رهن ٿا جن مان ڪيترا
سيوهڻ، سکر ۽ حيدرآباد ۾ شاگرد موجود آهن. پاڻ هڪ
ڪتاب به لکيو آهي جنهن جو نالو آهي ”پاڪستان جي
آزادي جي جدوجهد ۾ سنڌ جي مسلمانن جو حصو. سندن

چوڻ آهي ته پاڻ سنڌ ۽ پاڪستان جي ڀلائي لاءِ هميشه خدمت ڪندا رهندا.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي قاضي صاحب جن جو چوڻ آهي ته هو ڪشمڪش ۽ جدوجهد جي دنيا ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ صحيح معنيٰ ۾ علم حاصل ڪن، جنهن شعبي سان سندن تعلق هجي ان ۾ مهارت حاصل ڪن ۽ تعليمي ميدان ۾ ڪامياب ٿين. انتشار ۽ گروه بندين کان پاسو ڪرڻ کپي. تعليم دوران عملي سياست کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

## شاهه ڀٽائي

شاه صاحب بابت قاضي صاحب جو چوڻ آهي ته لطيف سائين پنهنجي شعر ۾ شاعرانه صلاحيتن کم آڻيندي دنيا کي امن، اخوت ۽ حب الوطني جي جذبه روحانيت ۽ خدا سان لڳاءُ جو پيغام ڏنو آهي. شاه سائين سنڌ جي ذري ذري کي ساراهيو آهي ۽ ان سان گڏ مالڪ حقيقي سان رهاڻ به رکي آهي. کين شاه جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

ڪنڌي ايئن ڪيترا- ستا هڻ ساهڙ ڪن
ڪين سانگو ساه جو- ڪي گهورئين ڪي گهڙن
ساهڙ سندو تن- سر سهائي جي گهڙن
(شاه)

## هاري:

هاري بابت قاضي صاحب جو چوڻ آهي ته ملڪ جي خوشحالي لاءِ اسان جي هاري کي وڌيڪ محنت ڪندي زراعت جي جديد اصولن تحت آبادي ڪرڻ گهرجي ۽ عوامي حڪومت آبادگارن کي ڪيترين ئي سهوليتن

ڏنيون آهن جن مان گهڻن فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي.

قاضي صاحب جن نيشنل گارڊ جا سالار اعليٰ هئا، انهن کان سواءِ وزير تعليم سنڌ، ڪنٽونمينٽ بورڊ حيدرآباد جا صدر به رهي چڪا آهن.

# جناب محمد يوسف چانڊيو

جناب محمد يوسف چانڊيو ولد رئيس صوبو خان چانڊيو سال ١٩١٤ ۾ لاڙڪاڻو ضلع لڏي ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم سنڌ مدرسي ڪراچي مان پاس ڪئي، تنهن بعد پنهنجي آبائي پيشي زميداري کي لڳي ويا.

## سماجي ڪم:

چانڊيو صاحب جن جا ڪيترائي سماجي بهبود جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪيل آهن جن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو پاڻ ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جي صدر جي حيثيت سان سجاول هاءِ اسڪول ٺهرايو، لاڙڪاڻو مڊل اسڪول، ساڳي ضلع لڏي کي تعليم ۾ پٺتي ڏسي ڪيترا ئي تعليمي ادارا کولائڻ ۾ حصو ورتو. پاڻ ١٩٥٤ ۾ وزير صحت ٿيا. ان وقت سجاول، لڏي، مکلي ۽ ٺٽي غلام علي جي اسپتال جو سنگ بنياد رکيو ۽ ان جي واڌاري لاءِ ڪوشش ڪئي ۽ ڪيترن شاگردن کي ميڊيڪل ۾ اسڪالرشپون ڏئي ٻاهر پڙهڻ لاءِ موڪليو. پاڻ ڊي. جي سنڌ ڪاليج جا ميمبر، سنڌ مدرسه جا به ميمبر آهن جن شاگردن کي ٻاهر موڪلڻ ۾ چانڊيو صاحب جو هٿ هو ان ۾ ڊاڪٽر غلام حسين، مسٽر طاهرالحي الهميعز ۽ ڊاڪٽر علي محمد انصاري جن جا نالا مرڪوز ڪن.

## شاگرد

چانڊيو صاحب جو چوڻ آهي ته شاگردن کي گهرجي ته چوڏهن سال تعليم پرائڻ غلط ۽ صحيح جي پرک، ڪن، غلط هٿن ۾ نه ڪيڏن پنهنجي اصلي مقصد تعليم ڏانهن خاص توجه ڏين.

## شاه ڀٽائي

سائين بابت ڄاڻايل صاحب جو چوڻ آهي ته شاه سائين دنيا جا عظيم شاعر آهن سندن شعر کي دنيا جي سڀني ٻولين ۾ ترجمو ڪيو وڃي ته بهتر ٿيندو ۽ دنيا کي هن عظيم هستي بابت ڄاڻ ٿيندي ڪين هي شعر وڌيڪ پسند آهي.

ستا اٿي جاڳ— ننڊ نه ڪجي ايتري
سلطاني سهاڳ— ننڊ ڪندي نه ملي
(شاه)

# جناب محمد حيات خان رند

جناب محمد حيات خان رند ولد قادر داد خان رند پنهنجي آباڻي ڳوٺ ڏڀالو تعلقه سامارو ضلع ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيا ۽ سنڌ جي روشن خيال آبادگارن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ ڪنگ آف ڪيلا جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. هي پهريون ئي آهي جنهن ١٩٥١ع ۾ سنڌ کي بمبئي ڪيلي کان روشناس ڪرايو. جنهن کان سواءِ باغ جي پوک ۾ به تجربا ڪيا اٿس. سندس چوڻ آهي ته سندس هڪ دوست کين بمبئي ڪيلي جا ١٩ سڪا آڻي ڏنا. جنهن کي وڌائي هاڻي سٺ ايڪڙن ۾ ڪيلي جو باغ آهي. سندس قول موجب ته ڪيلي لاءِ ٿر ضلع وڌيڪ ڪامياب آهي ڇاڪاڻ جو ڪيلي لاءِ آبهوا وغيره الهيءَ ضلعي جي موافق آهي. سندس شاهه لطيف ۽ جيئي لطيف فرزند نالي مشهور آهن.

**آبادگار:**

آبادگار کي مخاطب ٿيندي سندس چوڻ آهي ته آبادگار کي ايراضي ٿوري سان گڏ محنت وڌيڪ ڪري فصل گهڻو اپائي. هاري جي محنت سان ئي اسان جو ملڪ زرعي ميدان ۾ ترقي ڪندو ۽ سڌرندو. جيئن ته هاري طبقو هڪ مظلوم طبقو آهي جنهن ڪري زميندار سڌرڻ چاهي ٿو ته کيس گهرجي ته پنهنجي هاريءَ کي ڀاءُ ڪري سمجهي ۽ هاري جي هر تڪليف ۾ برابر هٿ ونڊائي. ائين ڪرڻ سان اسان جي هاريءَ جي دلجوئي ٿيندي ۽ هو وڌيڪ محنت ڪندو. ۽ اها محنت ئي سندس خوشحالي جو باعث ٿيندي.

پنهنجي ڀلاري بابت رلڊ صاحب جو چوڻ آهي ته پنهنجي ڀلارو جنهن جو شعر هڪ لاجواب ۽ بي بها آهي سندس شعر ۾ عجز، نياز، لوڙت ۽ سڪ جو سمنڊ اڇليل آهي. شاهه جو شعر پڙهندي حقيقي مالڪ (الله تعاليٰ) جي حڪمن تي هلڻ لاءِ تلقين ڪيو ڪري. ڪين پنهنجي ڀلاري جو هي شعر وڌيڪ پسند آهي.

ويو وجودان ڏکري ڪڻ ڪڻ ڪان ڪري،
پڇو مر ٻري ڪي ٻرنو هٿ حبيب جو.

(شاهه)

# جناب معشوق علي ڀٽو



جناب معشوق علي ڀٽو ولد نبي بخش خان ڀٽو جن ١٠ مارچ ١٩٣٢ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ سردار امير بخش ڀٽي ضلع لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم علي ڳڙهه سوري مان جونئرز ڪيمبرج ۽ مئٽرڪ ١٩٥٠ع ۾ سمرسيٽ ڪرسٽو فرس ڪاليج لنڊن مان ڪئي.

ڀٽي صاحب جن جو چوڻ آهي ته کين زراعت سان لڳاءُ هو تنهن ڪري هاڻ لنڊن جي رائل ايگريڪلچرل ڪاليج مان ٣ سالن جو ڊپلوما ڪيو تنهن بعد روم ۾ انيمل هسبينڊري جو اسپيشل ڪورس ڪيو. ١٩٥٦ ۾ واپس وطن آيا ۽ هتي اچڻ کان پوءِ پنهنجي زمين کي زراعت جي جديد طريقن سان سڌارڻ لڳا ۽ هڪ فارم نالي اسٽاڪ ڪئٽل فارم ٺاهيو جنهن ۾ سنڌ جي مختلف نسلن جو

سال (ڳئون مشهور) هو ۽ سنڌ فارم جي سال چئامپئن،
فلپائن، ايسٽ پاڪستان ۽ لاهور جي نمائش ۾ انعام کٽيا
۱۹۶۱-۱۹۶۲ع ۾ اي. ڊي. سي طرفان جيڪي ڪيٽل فارم
ٽنڊو محمد خان، پاڳ ناڙي، اوستا محمد روهڙي ۾ هئا
انهن فارمن جي سنڀال لاءِ ڪميشن ايڊوائيزري جي آڇ ڪئي
جيڪا پٽي صاحب قبولي. ۽ پڻ هڪ ڪتاب نالي
پروڊيوز مور ملڪ اينڊ بيف لکيو.

۱۹۶۵ع کان پوءِ معشوق علي پٽي صاحب جن وري
پنهنجي زمين تي ڊيري شروع ڪيو ۽ هينئر اپالا
ڊيري فارم جيڪو هوسڙي (حيدرآباد) جي نزديڪ آهي
انسان سنڌ واسطي آهي ۽ ان سان گڏو گڏ شيپ
بريڊنگ، هارس بريڊنگ ۽ پولٽري فارمنگ لاءِ به پروگرام
هلي رهيو آهي ۽ اهي فارم ٽنڊي الهيار ۽ مسو وٽ آهن.

هينئر تازو معشوق علي صاحب جن حڪومت کي
بيف بريڊنگ جي واڌ لاءِ هڪ رٿ پيش ڪئي آهي
سندن چوڻ آهي ته جيڪڏهن اها رٿ قبول ٿئي ته سنڌ
اندر هينئر جيڪا کير ۽ گوشت جي کوٽ آهي تنهن کي
سولائي سان مٿي ڪڍي سگهجو ٽنڊي الهيار جي فارم تي
سلف ڪنٽمنيشن فلي ميڪانزم جي طرز سان پورڪ ڪئي
وڃي ٿي.

ڪراچي ملڪ سپلائي اسڪيم جي بورڊ جا ميمبر
آهن. هي ۳ شهر جيڪي ڊيري فارمنگ جي ڪري
مشهور آهن.

سئٽزرلينڊ، هالينڊ ۽ ڊينمارڪ الي وڃي ۽ ڊيري
فارمن جي چڪاس ڪري آيا آهن.

**شاگرد:**

شاگرد کي مخاطب ٿيندي معشوق علي پٽي چيو

چوڻ آهي ته ڄ جي شاگردن کي اهو عرض آهي ته هو
پنهنجي فرض جهڙي مٿن رکيل آهي اهڙي سهڻي نموني
سان نڀائين، ڪين محنت، تنظيم ۽ جان نثاري سان ڪم
وٺڻ گهرجي تعليم دوران ڪنهن به ٻئي ڪم ۾ دلچسپي
نه وٺي ۽ استاد، مائٽن جو احترام ڪنهن ڪرڻ جي گهرجي
هنن تي مٿن فرض آهي.

**شاه ڀٽائي:**

ڀٽي صاحب جو چوڻ آهي ته ڪنهن شاه جي رسالي
سان سان گهڻي دلچسپي آهي ۽ شاه جو ڪلام شوق ۽
احترام سان پڙهن ٿا. گهڻو ڪري هر ڪنهن جمعرات جو
درگاه شريف (ڀٽ شاه) تي وڃي شاه سائين جو راڳ ٻڌندا
آهن. سندن چوڻ آهي ته شاه جو رسالو هڪ وسيع آهي ۽
منجهس سڀ هدايتون موجود آهن انسان کي گهرجي ته
شاه سائين جي ڪلام کي هر هنڌ پهچائين ته شاه جي
ڪلام کي ماڻهو سمجهن شاه سائين جي ڪلام
۾ جهترو قرب، سڪ ۽ درد سمايل آهي سو ڪنهن ٻئي
شاعر جي ڪلام ۾ ناهي تنهن بيحد پسند آهي.

عدل ري آئون نه ڇٽان، جي ٿورو ڪڄ فضل جو
(شاه)

**هاري:**

ڀٽي صاحب جو چوڻ آهي ته هاري جو دارومدار
محنت تي آهي. موجوده عوامي حڪومت هارين کي
گهڻيون سهولتون ڏنيون آهن ۽ اصولن مطابق هو ڪمن،
ٻج، پاڻي، ٽائيم کي سوڪڻ ۽ ٻي جهڙا به گهربل معلومات
آهي سا زرعي ڪاليج وارن کان هجي ان تي عمل ڪرڻ
سان اسانجو ملڪ اندر اناج ۾ خود ڪفيل ٿيندو ڇاڪاڻ

جو هن ملڪ جو ٨٠ سيڪڙو معيشت جو دارو مدار زراعت تي آهي. انهن ڪسان سواءِ هاري ۽ زميندار ڪي ناڪ ۾ بندي ڪري گهرجي جنهن هي ماحول ڪي اڳتي هلي صنعتي معاشري کي جنم ڏئي.

# پير حسام الدين شاهه راشدي

پير حسام الدين شاه جن جو تعلق راشديه سيد گهراڻي سان آهي پاڻ نهايت ئي بلند پايه جا جرنلسٽ آهن سندن تصنيفون همعصر اسان جي ادب ۾ يادگار رهنديون.

پير صاحب جن پاڻ ٢٠ سيپٽمبر ١٩١١ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ بهمن ضلع لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيا. سندن والد صاحب جو نالو سيد حامد شاهه راشدي هو.

١٩٢٧ع ۾ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ لکڻ شروع ڪيو. ١٩٣٠ع کانپوءِ هفتوار اخبار سنڌ زميندار سان منسلڪ رهيا پاڻ ڪيترن ئي ملڪن ۾ تعليمي وفدن سان گڏ پاڪستان جي طرفان ويا آهن. جن ۾ يورپ، مڊل ايسٽ شامل آهن.

١٩٦٢ع ۾ بغداد جي هڪ هزار ساله سالگره جي موقع تي به شرڪت ڪيائون ۽ ماسڪو ۾ افرو ايشين ڪانفرنس ۾ پاڻ پاڪستان جي وفد جي ستاره امتياز ڏنو ويو ۽ ايران حڪومت به کين نشان سپاس ڏنو. سندن خدمتن کي ساراهيندي کين حڪومت پاڪستان به نشان سپاس ڏنو تنهن کان سواءِ ڪيترن ئي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندا پئي رهيا آهن پاڻ ڪيترن ئي اخبارن ۽ رسالن جا ايڊيٽر ٿي رهيا آهن جن ۾ ماهنامه المعارف، روزانه ستاره سنڌ، روزانه الوحيد، روزانه قرباني، مهراڻ، ايران شناسي، پارس ۽ ميمبر انجمن زندگي تنهن کان سواءِ ڊپارٽمينٽ فلمس ۽ پبلڪيشن حڪومت پاڪستان جا به ميمبر آهن. تنهن کان سواءِ انجمن ترقي اردو، اردو ٽرسٽ انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل ويسٽ ايشين اسٽڊيز ۽ يادگار غالب جا باني آهن، پاڻ

سنڌي ادبي بورڊ، اقبال اڪيڊمي ۽ ٻين ڪيترن ئي علمي ادبي مجلسن جا ميمبر آهن. ان کان سواءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جا ميمبر، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جا ميمبر ڪيترائي سنڌين ڪتاب جوڙي چڪا آهن.

## پارسي تصنيفات (ترجمو)

مصنوي چمنستان نامه، مقالات الشعراء، مصنوي مظهر العصر، تڪميل مقالات، قصيده مصنوياتي، تاريخ مظهر شاهجهاني، منثور، الوصيات، تاريخ ترخان نامو، تذڪره حديقة، تذڪره شعرا ڪشمير- ۴ جلدن ۾، تذڪره جواهر العجائب العالم، ديوان فخري هراوي.

## سنڌي تصنيفات:

مولانا محب الله سنڌي، سنڌي ادب، مهراڻ جون موجون، تذڪره امير خاني، ماڪ پنارا ڀيل، مڪلي نامو وغيره.

## اردو تصنيفات:

هفت مقالا وغيره.

## پارسي ترجمو:

تحفة الڪرام، مصنوي مهرو ماه، نورس بهار، انشا عطارد، فتح نامو اسلام وغيره.

پير حسام الدين راشدي جي علمي ۽ ادبي خدمتن جو قدر ڪندي ڪئين ايران جي تهران يونيورسٽي طرفان ۱۶ مارچ ۱۹۷۴ع تي آنريري ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ڏني آهي.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي راشدي صاحب جو چوڻ آهي ته شاگرد کي هوش کان ڪم وٺڻ گهرجي هي اڳتي وڌڻ جو دور آهي. ڪيس تعليمي ميدان ۾ پير هڻڻ گهرجي شاگرد کي گهرجي ته پنهنجي ملڪ جي ڏکن ۽ دردن جو علاج ڪري، پنهنجي اخلاق، ڪردار ۽ عقيدي جو پابند هجي. شاگرد جي عملي زندگي تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ شروع ٿئي ٿي. قوم هميشه فلاسفرن، سائنسدانن ۽ مفڪرن سان هلندي آهي. انسان کي پنهنجي مفڪرن جي نقش قدم تي هلڻ گهرجي ۽ محنت ڪري تعليمي ميدان ۾ اڳتي وڌڻ گهرجي.

# جناب الحاج سيد غلام مصطفيٰ شاهه



سائين غلام مصطفيٰ شاهه ولد سيد غلام علي شاهه صاحب جن ڪنهن به تعارف جا محتاج نه آهن سندن علمي، ادبي ۽ سماجي خدمتون هميشه ياد رهنديون ۽ سندن ڪيل ڪارناما ياد رهندا.

هي عظيم شخص ١٩ آڪٽوبر ١٩١٨ع پنهنجي آبائي ڳوٺ حاجي قادر ڏنه شاهه ضلع ٺٽي ۾ پيدا ٿيا ابتدائي تعليم ڳوٺ راهوٽ ميرپور بٺوري مان. تنهن بعد سجاول مڊل اسڪول ۽ ١٩٣٧ع ۾ سنڌ مدرسي ڪراچي مان ميٽرڪ ڪئي ۽ ميٿميٽڪس ۾ سنڌ مان پهريان نمبر آيا.

انٽر ڊي. سنڌ ڪاليج ۽ بي اي سال ١٩٤١ع ۾ علي ڳڙهه مان پاس ڪئي ١٩٤٣ع ۾ ايم. اي پوليٽيڪل سائنس ۽ ايل. ايل. بي به علي ڳڙهه مان ڪئي. سندن چوڻ آهي ته تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ سندن ارادو وڪالت ڪرڻ جو هو پر پوءِ پاڻ ١٩٤٣ع ۾ سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي ۾ پروفيسر ٿيا ۽ ١٩٤٣ع ۾ پاڻ هڪ ڪتاب نالي جيڪو انگريزي ۾ هو سو لکيو.

ٿيو ورڪس اينڊ رائٽنگ دي مسلمس آف سنڌ
۱۹۴۳ع ۾ کين چيئرمين ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن بورڊ چونڊيو ويو.

۱۹۴۶ع ۾ کين فارين اسٽڊي لاءِ سليڪٽ ڪيو ۽ پاڻ پهريان سنڌي هئا. جن ڊرهم يونيورسٽي انگلينڊ مان ايم ايڊ ڪئي.

۱۹۴۸ع ۾ کين گورنمينٽ ڪاليج ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ۱۹۴۹ع ۾ وري کين سنڌ مسلم ڪاليج ۾ پوليٽيڪل سائنس جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو.

## سماجي ڪم:

شاهه صاحب جو اسڪائوٽنگ سان گهرو واسطو رهيو آهي پاڻ اسڪائوٽنگ جا پراونشل ڪمشنر ۽ ڊپٽي نيشنل ڪمشنر اسڪائوٽنگ جا آهن، تنهن ڪان سواءِ خاڪسار پڻ رهيا آهن. شاهه صاحب جو اخبارن جهڙوڪ: سنڌ آبزرور، مسلم وائس ۽ الوحيد سان گهرو تعلق رهيو آهي.

هاشمي مدرسي ڏاهي سجاول ۾ هڪ مدرسو آهي جنهن لاءِ سيد غلام مصطفيٰ شاهه جن ۲ لک روپيه چندو ڪري ان مدرسي کي وڌايو ۽ سڌاريو تنهن ڪان سواءِ پاڻ سنڌ مدرسي ڪراچي جا لائق ممبر آهن ۽ پاڻ ڪراچي ۾ لطيف لٽريري سوسائٽي قائم ڪئي اٿن.

شاهه صاحب جو شمار سنڌ جي عظيم استادن ۾ ٿئي ٿو سندن ڪتاب ادب ۽ معاشرو پڻ هڪ وڏي اهميت رکي ٿو.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي شاهه صاحب جو چوڻ آهي ته اڄ جو شاگرد ڪاهه تعليمي ذميواري محسوس ڪونه ٿو ڪري کيس گهرجي ته هو تعليمي ميدان ۾ اڳرو ٿئي. ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ جدوجهد ۽ محنت ڪري محنت سان ئي هو اڳتي هلي ڪامياب ٿيندو.

## پڙهائي:

سيد غلام مصطفيٰ شاهه جن جو چوڻ آهي ته پڙهائي پيارو هڪ محب وطن ٿي گذريو آهي سندس ڪلام ۾

توڪل، تنهائي، صبر، حلم، علم ۽ تقرب آهي. شاهه ڀٽائي
پڪو آهي ته قرباني ئي آهي ۽ انسان جو هن دنيا ۾ اچڻ
جو مقصد ڪهڙو ۽ ڇا آهي. شاهه سائين جي ڪلام ۾
فلسفو آهي. ڪين شاهه ڀٽائي جو هي بيت وڏيڪ پسند آهي.

سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين
(شاهه)

سيد غلام مصطفيٰ شاهه جن ۱۹۶۵ع ۾ ڊائريڪٽر تعليم
۱۹۶۹ع ۾ وائس چانسلر سنڌ يونيورسٽي ۽ ۱۹۷۲ع ۾ سنڌ
ٽيڪسٽ بورڊ جا چيئرمين ٿيا. وري ۱۹۷۳ع ۾ ٻيهر دفعي
سنڌ يونيورسٽي جا وائس چانسلر ٿيا جتان ۱۹۷۴ع ۾
استعفا ڏني.

# جناب اي. ڪي. بروهي صاحب



جناب الهه بخش والد ڪريم بخش خان بروهي جن جو شمار دنيا جي ناموَر قانوندانن ۽ ڏاهن ۾ ٿئي ٿو. جناب اي ڪي بروهي صاحب جن ۱۹۱۵ع ۾ ڳڙهي ياسين ۾ پيدا ٿيا ۱۹۳۳ع ۾ سنڌ مدرسي ڪراچي مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. ۱۹۳۷ ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي. اي پاس ڪيائين. ۱۹۳۹ع ۾ ايم. اي فلاسافي ۾ ڪئي ايل. ايل. بي ڪرڻ بعد وڪالت ڪرڻ لڳا. جيئن ته بروهي صاحب جن جو چوڻ آهي ته علامه آءِ. آءِ. قاضي

صاحب جن کي الله تعاليٰ بروهي صاحب لاءِ پيدا ڪيو
هو، بروهي صاحب جي روحاني ارتقا قاضي صاحب جن ڪان
ٿي. پاڻ ڪيترو عرصو علاءِ صاحب جي صحبت ۾ رهيا
بروهي صاحب جن قانون تي ڪيترا ڪتاب لکيا آهن جن
جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

(١) ايڊوانچر ان سيلف ايڪسپريشن
(٢) فنڊا مينٽلز آف پاڪستان.
(٣) اسلام ان دي ماڊرن ورلڊ
(٤) ٽيسٽامينٽ آف مئن.

## شاگرد:-

شاگرد کي مخاطب ٿيندي بروهي صاحب جن جو
چوڻ آهي ته شاگردن کي گهرجي ته هو وڏن، استاد، ۽
والدين جو احترام ڪري علم جي تشنگي جنهن جي قلب
۾ آهي سو ڪامياب آهي. ڪردار جو ٺاهڻ ۽ احترام مٿن
لازم آهي. علم هڪ عطر آهي جنهن اندر اجرئل هوندو
۽ ٻوڙ علم پرائيو ته اهو علم ڪارگر هوندو ورنه:

پڙهو کي پڙهن ڪڙهن ڪين قلوب سين
جيترا ورق ورن ڏوهه چڙهن اوترا.
(شاه)

تعليم پرساس آهي جنهن اندر اجاري ٿي جنهن
اندر صاف نه هوندو نه تعليم جو سلو ممڪن آهي
ته نه ٿئي.

## يگانگي:

شاه صاحب بابت بروهي صاحب جو چوڻ آهي ته
دنيا جي سڀني شاعرن کي پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو شاهه
سائين بلند پايه جو شاعر آهي سندس پيغام ماڻهوءَ جي ازلي
۾ مسائل آهي. شاه جو پيغام حق آهي، جنهن کي دنيا جا
روحاني راز آهن ته جون چابيون شاه سائين جو ڪلام آهي،

پروهي صاحب کي هي ٻه وڏڪ پسند آهن.

(۱) مڇڻ جڏهن جي مڇڻ. جڏهن ڏٺو مڇڻ مهار جو
سو الم ساهه سڏڻون. آئون ڪمٿن گهڙو گهورڻان.

(۲) گهڙو پڳو ٺـان گهورڻـو . ٻاٺـان هـو حساب
واچت وڃـي وڃـون ٻ. رهنـو روح ربـاب
ساهڙي ري ثواب. آئـون گهٽوئي گهورڻـان

# پروفيسر سائين قاضي احمد محمد صاحب



جڏهن آئون لا ڪاليج ۾ داخل ٿيس ته مون کي هڪ اهڙي شخصيت ملي جنهن جي قيمتي گفتار منهنجي روح کي گرفتار ڪيو ۽ اڄ آئون منهنجي محقق استاد بابت قلم هٿ ۾ کڻي رهيو آهيان.

جناب قاضي صاحب جن پنهنجي آبائي ڳوٺ ڏيپلي ٿرپارڪر ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم، سيڪنڊري تعليم ۽ بي- اي پاس ڪرڻ کان پوءِ ۱۹۳۴ع ۾ بمبئي يونيورسٽي مان ايم- اي ڪئي. ۱۹۵۳ع ۾ ايم- ايڊ لنڊن مان پاس ڪئي تنهن کان سواءِ ايل- ايل- بي به پاس ڪيائون تنهن بعد ۱۹۴۰ع ۾ اسڪول جي استاد جي حيثيت سان پڙهائڻ لڳا.

## سماجي ڪم:-

قاضي صاحب جن کي سماجي ڪمن سان هميشه چاهه رهيو آهي. ١٩٦٥ع جي لڙائي ۾ سٺي ڪم ڪرڻ ڪري ڪمن حسن ڪارڪردگي جو تمغ ڏنو ويو تنهن کان سواءِ قاضي صاحب جن ڪميٽرائي اسڪول جن ۾ هائي اسڪول شامل آهن ٿر ۾ انهن جي بنياد ڪرڻ ۾ سندن وڏو هٿ آهي، تنهن کان سواءِ حيدرآباد سنڌ لا ڪاليج جي باني ميمبرن مان هڪ آهن تنهن کان سواءِ ڪميٽرن ٻين تعليمي ادارن سان سندن گهاٽو ۽ گهرو تعلق آهي جن ۾ ريما سائنس ايجوڪيشنل سوسائٽي سٽي آرٽس ڪاليج حيدرآباد ايس- ڪي رحيم هائي اسڪول، سنڌ ڪامرس ڪاليج سچل آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج، جناح لا ڪاليج ۽ انجمن- حمايت السلام حيدرآباد قابل ذڪر آهن.

تنهن کان سواءِ ڪميٽرن ٻي اخبارن سان سندن واسطو رهيو آهي ۽ ڪميٽرائي ڪتاب به لکيا اٿن.

### اخبارون:

سنڌي اخبار اصلاح ڏي مسلم اسٽوڊنٽ جا نالا قابل ذڪر آهن.

### ڪتاب:

(١) اسٽوڊنٽ اِن ايجوڪيشن (٢) ميمائي مصطفيٰ جا نالا قابل ذڪر آهن.

### شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي جناب قاضي صاحب جن جو چوڻ آهي. ته اڄ جي شاگرد کي اهو سمجهڻ گهرجي ته هن کي ايندي جو ابو ٿي رهڻو آهي. انهڪري پنهنجو

سمورو وقت تعليم جي ٽاري ۾ صرف ڪري ڇڏين
ٿو چاهي ٿو ته سندس مستقبل سنواري ته کيس ٻنهي
جهانن جي نصب العين کي سمجهڻ گهرجي ته سندس حقيقي
ترقي علم حاصل ڪرڻ سان ٿيندي. دنيا ۾ زندگي جي هر
شعبي ۾ ڪشمڪش ڇڪتاڻ ۽ چٽا ڀيٽي لڳي پئي آهي
اهڙن حالتن ۾ سندس برقراريت کيس ناڻ ۾ قابليت ۽ صلاحيت
پيدا ڪرڻ سان رهندي.

## شاهه پناهي:

شاهه پناهي بابت قاضي صاحب جن جو چوڻ آهي
ته شاهه صاحب اهڙا جامع شخصيت آهي جنهن جون ڪل
قابليتون، صلاحيتون نورالاهي سان معمور آهن سندن شخصيت
جو بيان هن بيت ۾ سمايل آهي.

جوڳيئڙا هن جهان ۾ ڪي ڏوري ڪي ڏاري
پرکي جن پاري - آيل آئون ته رهان اُن ريءَ
(شاهه)

شاهه صاحب جن فرمائن ٿا ته:

پڇڻ گهٽا پڇايا - تون پڇڻ کي پڇاءِ
(شاهه)

شاهه سائين جو ڪين هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

سرجي ٿان سور ٿيا - ساماٽي ٿان سڪ، وڻيا
اهي پئي ڏور - لنائي نصيب ٿيا
(شاهه)

جناب قاضي صاحب جن هميشہ حيدرآباد سنڌ
لا ڪالبج جا پرنسيپال آهن ۽ کين مليل خدا داد علمي

صلاحيتن سان ايل-ايل-بي جي شاگردن کي نوازي
رهيا آهن.

قاضي صاحب جن هميشه غريب شاگردن جي مالي
مدد پنهنجي هٿان ڪندا رهن ٿا.

ڪنهن کان سواءِ سندن قربانيءَ ڪچهري ۽ نصيحتن
جو جواب ڪونهي.

# جناب حاجي خان خواجه صاحب

اڄ آئون هڪ عظيم استاد جناب خواجه صاحب بابت قلم هٿ ۾ کڻي رهيو آهيان، اهو استاد جنهن ڪيترائي سال هڪ شفيق استاد جي حيثيت سان علم ۽ ادب جي خدمت ڪئي. جناب خواجه صاحب جن ۷ آڪٽوبر ۱۹۰۷ ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ٽنڊو باگو ۾ پيدا ٿيا. سندن والد صاحب جو نالو مهرعلي خواجه هو.

جناب خواجه صاحب ابتدائي تعليم ٽنڊو باگو مان پڙهڻ کان پوءِ مئٽرڪ ۱۹۲۸ ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان پاس ڪئي. بي. اي. ٽي. جي سند ڪراچي مان ڪري بعد لاڙڪاڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿيا. سندن چوڻ آهي ته سندن زندگي تي محمد صديق مسافر ۽ لالچند امرڏنومل جو تمام گهڻو اثر هو ۽ اهي ٻئي سندن آدرشي استاد هئا ۽ انهن جي صحبت ۾ رهي خواجه صاحب فيصلو ڪيو ته سڄي حياتي علم ۽ ادب جي خدمت ڪندا رهندا. ۱۹۳۶ع ۾ بي. ٽي پاس ڪرڻ کان پوءِ ايڇ. وي مڊل اسڪول نوابشاه ۾ هيڊ ماستر مقرر ٿيا. انهي اسڪول جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ۱۰ لک، رپيه فنڊ جمع ڪيو. سندن چوڻ آهي ته نوابشاه اسڪول ۶۰ ڇوڪرن سان شروع ٿيو جڏهن خواجه صاحب اهو اسڪول ڇڏيو ته ان ۾ ۱۴ سو شاگرد هئا ۽ اهو نوابشاه هاءِ اسڪول سندن ڪوششن سان ٿيو. هن اسڪول ۾ باغ جهڙو شالامار جي

طرز تي ٺهيل آهي ۽ گل وغيره لڳائڻ ۾ به خواجه صاحب
جو هٿ هو. خواجه صاحب جو چوڻ آهي ته مون سوچيو
هو ته هن اسڪول (نوابشاه هاءِ اسڪول) ۾ سڄي
عمر گذاريندس.

هن پنهنجي قبر لاءِ به اتي جاءِ رکي ڇڏي آهي.
هن اسڪول ۾ هيٺين شاگردن لاءِ مدد قائم ڪيائون جنهن
٦٥٠٠٠ هزار رپيه جمع ٿيا تنهن کانسواءِ نوابشاه ۾ پرائمري
۽ گرلز اسڪول کولڻ ۾ به خواجه صاحب جو وڏو هٿ هو.

## شاگرد

شاگردن کي مخاطب ٿيندي خواجه صاحب جو چوڻ
آهي ته اسان جي شاگردن ۾ هوش گهٽ ۽ جوش وڌيڪ
آهي جيڪڏهن هو اڄ جو شاگرد نظم و ضبط ۾ رهي ۽
محنت ڪش نه ٿيو ته سندن مستقبل مايوس ڪن ٿيندو ۽
تعليم کي محنت ۽ سخت پورهئي سان ڪارگر بڻائڻ گهرجي.

## شاه ڀٽائي

خواجه صاحب جو چوڻ آهي ته سنڌ شاه ۽ شاه سنڌ
آهي ڀٽائي گهوٽ سنڌي ٻولي کي زنده ڪيو آهي ۽
اعليٰ مرتبو ڏياريو آهي اسان جي ترقي جو راز هن لفظن ۾
سمايل آهي.

سُتا اٿي جاڳـــ، ننڊ نه ڪجهي ايتري
سلطاني سهاڳـــ، ننڊون ڪندي نه ملي.
(شاه)

شاه سائين صلح، سالمي، امن امان ۽ محبت جو امام
ڏنو آهي. صبر ۽ محنت سان پنهنجي منزل مقصود تائين
پهچڻ جي تلقين ڪئي آهي. شاه دنيا جي عظيم شاعرن

# سائين الھه بخش خان نظاماڻي



منھنجو محترم ۽ شفيق استاد جناب سائين الھه بخش خان نظاماڻي ولد محمود خان نظاماڻي جن جو جنم سال ١٩٠٥ع ۾ ڳوٺ ٽري ۾ ٿيو سندن والد پنھنجي ڳر جا بااثر زميندار ھئا. نظاماڻي صاحب جن کي ننڍي ھوندي کان وٺي پڙھڻ جو ڏاڍو شوق ھو ابتدائي تعليم پنھنجي ڳوٺان سيڪنڊري تعليم، ٺٽورو مدرسه، نوشهرو ۽ مدرسه ۽ سنڌ مدرسه ڪراچي مان حاصل ڪئي.

۱۹۳۰ع ۾ بي - اي. علي ڳڙھ ڪاليج مان ڪئي ۽
ٻاھر علي ڳڙھ ۾ اسٽوڊنٽس يونين جا وائيس پريزيڊنٽ
بي - اي پاس ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي سان وابسته ٿيا ۽
ميرپور خاص هائي اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيا ڪجهه وقت کان
پوءِ بمبئي مان بي ٽي ڪرڻ کان پوءِ نوشهري هائي اسڪول
۽ تنهن بعد اسڪول بورڊ جا ايڊمنسٽريٽو آفيسر مقرر ٿيا.
۱۹۵۳ع کان ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جا
پرنسپال ٿيا آخر ۱۹۶۰ ڊپٽي ڊائريڪٽر تعليم ٿي رٽائر ڪيو. رٽائر
ٿيڻ کان پوءِ نور محمد هاءِ اسڪول ۽ مسلم ڪاليج جا
پرنسپال ٿيا ڪين نور محمد هائي اسڪول جي شاهجهان جي
نالي سان سڏيو ويو ته ڇاڪاڻ جو نور محمد هائي اسڪول
۽ مسلم ڪاليج جون عمارتون سندن وقت ۾ جڙي راس ٿيون.

## سماجي ڪم

نظاماڻي صاحب جن ۱۹۵۷ع ۾ ميرپور خاص ۾ هڪ
نئون ڪاليج کوليو جيڪو هينئر ميرپور خاص ڪاليج جي
نالي سان مشهور آهي. ڪميٽي ڪاليج جو بنياد پهريائين
ميرپور خاص ۾ وڌائون تنهن بعد اهيءَ ڪاليج کي منتارو
شفٽ ڪيو ويو ۽ اهيءَ عمارت ۾ هاڻي هائي اسڪول
آهي. گورنمينٽ گرلز ڪاليج حيدرآباد، ٺٽي ۾ گورنمينٽ
هائي اسڪول جي هاسٽل، گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جي
هاسٽل ۽ ٻيون اهي هاسٽل جي تعميرات ۾ به سندن حصو آهي.
جيڪي ميرپور ماٿيلو، ماڻلي هائي اسڪول، شڪارپور جو
جو گرلز هائي اسڪول سانگهڙ جو هائي اسڪول ۽ ڪاليج
به سندن ڪوشش جو نتيجو آهي.

## شاگرد

نظاماڻي صاحب جو چوڻ آهي ته اسانجو شاگرد گروهن
۾ ورهايل آهي، ۽ ننهنجو اصل مقصد وساري ڇڏيو اٿس.
ڪيس دل لاءِ ٻڌڻ گهرجي وڃن، استادن ۽ مائٽن جي

فرمانبرداري سيکارڻ لاءِ لازمي آهي. جيئن سمورو وقت تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڏيڻ گهرجي.

شاهه ڀٽائي:

نظاماڻي صاحب جو چوڻ آهي ته شاهه سائين جو رسالو جيڪڏهن صحيح جو ڪٿي الڪي دل لائي پڙهجي ته گناهه نه ٿيندو، شاهه سائين سر ڪلياڻ ۾ فرمايو آهي ته:

اول الله عليم اعليٰ عالم جو ڌڻي
قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهي قديم

۽ حقيقت ۾ سنڌي زبان کي گراءِ ڀٽائي صاحب ڏنو.

نظاماڻي صاحب جو چوڻ آهي ته ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي جدرل هاليڊي تمرڻ ڪيو.

نظاماڻي صاحب جن شاهه لطيف لٽريري سوسائٽي جا سيڪريٽري آهن ۽ ان کان سواءِ سيڪنڊري ايجوڪيشن بورڊ حيدرآباد جا ميمبر آهن.

# جناب جي. اي جعفري صاحب

جناب جعفري صاحب جو شمار تعليمي ماهرن ۾ ٿئي ٿو سندس تعليم ڪاري جو ڪمل خدمتون ڪنهن کان ڳجهيون نه آهن جعفري صاحب سال ١٩٠٥ع ۾ پاڻ شهر تعلقه سيوهڻ ۾ پيدا ٿيا سندس والد صاحب جو نالو الهه اوڀايو خان هو. سندس اصلي نالو غلام حسين آهي ۽ ذات جا جوکيه آهن. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺان وٺڻ بعد مئٽرڪ خيرپور مان ١٩٢٤ع ۾ پاس ڪئي. بي. اي بهاولدين ڪاليج جوناڳڙه مان ڪئي. ۽ ١٩٢٩ع ۾ لاڙڪاڻي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿيا. ١٩٣١ع ۾ بمبئي مان بي. ٽي پاس ڪئي. تنهن کان پوءِ ايم. اي ڪئي ۽ ١٩٤٠ع ۾ لاڙڪاڻي مدرسه هاءِ اسڪول ۾ پرنسپال ٿيا. ٣ سالن کان پوءِ ڪجهه ترقي ڏيئي ملان اسڪولن جو ڊپٽي انسپيڪٽر ڪيو. ١٩٤٤-١٩٤٥ع ۾ پرنسپال ٽريننگ ڪاليج دارمين حيدرآباد ٿيا.

جيئن ته جعفري صاحب علام داؤد پوٽي ۽ مرحوم نورمحمد (باني نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد) جي صحبت ۾ رهي گهڻو ڪجهه پرايو، تنهن کان سواءِ مولانا عبدالله سعدي ۽ مولانا وفائي جي صحبت ۾ به رهيا پاڻ جڏهن بي. ايڇ. ڊي ڪيائون هي ڪتاب لکيو.

هائو ٽو آپريٽ دي رورل اسڪولس

پاڻ هاڻي ماڊل اسڪول حيدرآباد جا پرنسپال آهن.

**شاگرد:**

شاگرد کي مخاطب ٿيندي جعفري صاحب جو چوڻ آهي ته اڄ جو شاگرد ڪافي سجاڳ آهي ۽ کيس پنهنجو سمورو ڌيان تعليم ڏانهن مرڪوز ڪرڻ گهرجي تنهن کان سواءِ آئوٽ ڊور ايڪٽوٽيز تي به توجه ڏئي. جنهن به شعبي ۾ کيس دلچسپي هجي انهيءَ ۾ هو بلڪل اهل بڻجي نڪري

## شاهه ڀٽائي:

شاهه صاحب بابت جعفري صاحب جو چوڻ آهي ته شاهه جي شعر جو اثر سنڌ جي هر طبقي جي ماڻهن تي آهي. جيڪڏهن شاهه جي ڪلام کي پڙهي دل سان هنڊايو وڃي ته هوند اسان جو مستقبل ۽ زندگي ٺهي وڃي جعفري صاحب جو معمول آهي ته صبح جو روزانو هي بيت دعا طور پڙهن ٿا.

(١) ڪوڙ ڪمايم ڪيچ – پڄم عهد الله جا،
(٢) جهڙو تهڙو ڏاس – پاڇها ٻه اوڏانهي مڱڻ،
(٣) تون سچو آئون ڪوڙو – تون آڌار آئون ڏوهه.

# محترمه آپا شمس عباسي صاحبه



آپا شمس عباسي صاحبه جن جو جنم ۱۰ جنوري سال ۱۹۲۵ع ۾ ٿيو، سندن والد صاحب قاضي عبدالقيوم جن هن وقت جا عالم ٿي گذريا آهن. آپا جن ابتدائي تعليم گدوانڊي اسڪول (حيدرآباد) ۽ سيڪنڊري تعليم ڪنڊن مل گرلز اسڪول (موجوده جامع عربيه هائي اسڪول حيدرآباد) مان حاصل ڪئي. ۱۹۳۹ع ۾ ميٽرڪ ۽ ۱۹۴۳ع ۾ بي. اي پاس ڪرڻ کان پوءِ مدرسة البنات ۾ اسسٽنٽ مسٽريس مقرر ٿيون، بي. ٽي ڪرڻ کان پوءِ گورنمينٽ گرلز هائي اسڪول ۾ هيڊ مسٽريس ٿيون ۱۹۵۵ع ۾ ايم. اي ڪرڻ کان پوءِ گورنمينٽ گرلز ڪاليج حيدرآباد ۾ پرنسپال مقرر ٿيون. ۱۹۷۰ع کان پوءِ کين ڊپٽي ڊائريڪٽر ايجوڪيشن ايڪسٽينشن ڪريڪيولم بيورو مقرر ڪيو ويو. ۱۹۷۲ع ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر

ڪاليجز ۾ ١٩٧٣ع ۾ ڊائريڪٽر ايڪسٽينشن ايجوڪيشن ڪري رٽائر
پورا ٿيون آهن.

**تعليم بابت نياڻين کي نصيحت:**

آپا جن جو چوڻ آهي ته عورتون مردن جي مقابلي ۾ زياده فرض شناس آهن جنهن ڪم ڪرڻ جو جذبو ۽ لگن گهڻو وڌيڪ آهي. سندن چوڻ آهي ته عورت کي هن دنيا ۾ (٤) دورن مان گذرڻو ٿو پوي. ڌي، ڀيڻ، زال، ۽ ماءُ هو پنهنجو ڪردار صحيح معنيٰ ۾ تڏهن ادا ڪري سگهندي جڏهن هو سليقه شعار ۽ باشعور فرض شناس هوندي اهي خوبيون منجهس تڏهن پيدا ٿي سگهن ٿيون جڏهن هو تعليم جي زيور سان آراسته هوندي ڪيس تعليم سان گڏوگڏ اهڙي تربيت ملڻ گهرجي جو هو پنهنجو فرض خوش اسلوبي سان انجام ڏئي، نه فقط ڪٽنب لاءِ پر پنهنجي ملڪ ۽ قوم لاءِ رحمت جو باعث بڻجي جيئن سڄي قوم لاءِ رحمت جو باعث بڻجي. ۽ قوم مٿس فخر ڪري. جنهن قوم جون نياڻيون مٿين خوبين سان آراسته آهن ته اها قوم ٻين قومن جي مقابلي ۾ پنهنجو پاڻ اوچو ڪري هلندي. اهڙيون مائرون جن جي گود ۾ قوم جا نونهال پلو ان چڙهندا اهي صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي ملڪ ۽ ملت جا رهنما ٿي سگهن ٿا.

جيستائين شاگردي واري دور جو تعلق آهي تنهن لاءِ آپا جن جو چوڻ آهي ته هو تعليم تي پنهنجو پورو پورو وقت صرف ڪن پنهنجو وقت زندگي جي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ صرف ڪن ڪين سٺي نموني سان تعليم پرائڻ گهرجي وڏن مائٽن ۽ استادن جو احترام لازمي آهي جنهن ۾ سندن مستقبل پنهان آهي.

**شاهه ڀٽائي:**

شاهه ڀٽائي سائين بابت آپا صاحبه جو چوڻ آهي ته

شاهه جي ڪلام ۾ روحاني راز سمايل آهي جيڪڏهن انهن
کي پڙهجي ته اهو يقين ٿي ويندو ته، انسان جي نجات جو
ذريعو حلم خدمت خلق ۽ اتفاق آهي. آسان جن کي هي
بيت وڏيڪ پسند آهي.

سـتا اٿي جاڳـــ، ننڊ نه ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نه ملي.
(شاه)

سمجهڻ جوڳ آهي ته هن بيت ۾ پنهنجي پيرو ڪاهلي
۽ سستي ڇڏڻ لاءِ تلقين ٿــو ڪري. هن دنيا ۾ جدوجهد
ڪرڻ سان آخرت جون آسائشون نصيب ٿينديون.

# ڊاڪٽر حميده کهڙو



ڊاڪٽر حميده کهڙو جن ١٣ آگسٽ ١٩٣٤ ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ عاقل ضلع لاڙڪاڻه ۾ جنم ورتو. ڊاڪٽر صاحبه جن پنهنجي تعليم ڪراچي ۾ مڪمل ڪرڻ کان پوءِ سال ١٩٥٧ ۾ لنڊن جي ڪيمبرج يونيورسٽي مان بي. اي آنرس ڪئي. ان کان پوءِ پاڻ لنڊن يونيورسٽي مان پي. ايڇ.ڊي هسٽري ۾ ڪيائون. تنهن بعد ١٩٦٦ ۾ واپس وطن موٽي اچڻ کان پوءِ ڪراچي يونيورسٽي ۾ ليڪچرر ٿيون. ١٩٦٨ ۾ سنڌ مان جنرل اسيمبلي (اقوام متحده) ۾ هڪ وفد ويو جنهن جي اڳواڻي ڊاڪٽر حميده جن ڪئي. ١٩٦٩ ۾ فيلوشپ لاءِ آڪسفورڊ ويون ۽ ١٩٧٣ ۾ اتان موٽي آيون.

**شاگرد:**

شاگرد کي مخاطب ٿيندي سندن چوڻ آهي ته شاگرد کي گهرجي ته هو پنهنجو سمورو ڌيان تعليم ڏانهن رجوع ڪري. جيڪا فني ۽ ٽيڪنيڪل هجي. تعليم جي

جنهن شعبي سان سندن تعلق هجي تنهن ۾ هو پاڻ کي
اڳڀرو ڪن. ان ڪانسواءِ اسان جي نياڻين کي گهرجي ته هو
تعليم پرائين ۽ تعليم کاتي ۾ شامل ٿي ملڪ جي عورتن
کي تعليم جي زيور سان سينگارين ۽ علم جي روشني کان
روشناس ڪرائين.

## شاهه پنڊگي

شاهه عبداللطيف بابت ڊاڪٽر حميده کهڙو جن جو
چوڻ آهي ته شاهه سائين دنيا جي صوفي شاعرن ۾ اول درجي
جا شاعر آهن سندن شعر ۾ تصوف، فلسفو ۽ انسانيت لاءِ
پيار ۽ خلوص آهي. کين شاهه جو هي بيت ڏاڍو پسند آهي.

ولر ڪيو وڃن- پريت نه ڇنن پاڻ ۾
ڏسو ڏيکيئڙيون- ماڻهو ڪا مت ڪهڻي
(شاهه)

ڊاڪٽر حميده کهڙو جن هميشه سنڌ يونيورسٽي سان
وابسته آهن ۽ تاريخ جي شعبي ۾ پروفيسر آهن.

# جناب سائين ٽرمداس ورياڻي



مهنجي عربي استاد جناب سائين ورياڻي صاحب جن جو جنم ١٣ جولاء ١٩١٣ع ۾ اوٻاوڙي شهر ضلع سکر ۾ ٿيو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺان ۽ مئترڪ سکر ميونسپل هاء اسڪول مان ١٩٣١ع ۾ ڪيائين.

١٩٣٥ع ۾ ڊي اي جي ڪاليج سنڌ ڪراچي مان پارسي ۾ بي اي آنر ڪئي. جنهن ڪري ورياڻي صاحب جن کي تعليم و تدريس سان دلچسپي هئي تنهن ڪري پاڻ ڪي. سي اڪيڊمي ڀريا ۾ استاد جي حيثيت سان مقرر ٿيا ۽ ١٩٣٨ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول ۾ استاد جي حيثيت سان داخل ٿيا. پاڻ ٣٠ سال علم جي خدمت ڪندا رهيا ۽ شاگردن کي پنهنجي علم سان نوازيندا رهيا. ١٩٦٩ع

۾ رنگڙ ڪمايون. ورياڻي صاحب جن جو پورن فقيرن ۾ گهڻو
اعتقاد آهي تنهن کان سواءِ مولوي شير محمد صاحب
اوباڙي وارو، جناب اي. ڪي بروهي صاحب ۽ مسٽر قاضي
غلام مصطفيٰ صاحب جن جي صحبت ۾ رهيا.

هاڻي ورياڻي صاحب جن زندگيءَ جا آخري ڏينهن
ڏاڍي بالطهار جي يادگيريءَ ۾ گذاري رهيا آهن.

سندن لبن تي شاه سائين جو هي بيت آهي.

ڀڪين ڀڪڙ هار آئون اگهاڙي آهيان.

(شاه)

**تصنيفات:**

پاڻ هڪ ڪتاب ١٩٣٨ع ۾ فارسي گرامر نالي لکيائون.
تنهن کان سواءِ ١٩٤٠ع ۾ مضمون ۽ خط جي نالي سان فارسي
۾ ڪتاب لکيائون.

**شاگرد:**

ورياڻي صاحب جو چوڻ آهي ته، مائٽ جهالي وڏو
آهي ۽ استاد روحاني وڏو آهي استاد ئي اها هستي آهي
جيڪا فرش کان عرش تي پهچائي ٿي. تنهنڪري استادن
جي عزت شاگردن تي فرض آهي ۽ استادن جو فرض آهي
ته شاگردن کي پڇو سمجهي سٺي تعليم ۽ تربيت ڏين.
خصوصا اخلاقي درس ڏين.

شاگردن کي گهرجي ته پنهنجو پورو پورو ڌيان تعليم
ڏانهن ڏين ته جيئن اڳتي هلي زندگيءَ ۾ ڪامياب ٿين.
محنت ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي. محنت سان ئي اسين
سڀڪجهه ڪري سگهون ٿا.

## شاه ڀٽائي

ورياڻي صاحب جن جو چوڻ آهي ته ڀٽائي گهوٽ
هڪ لاثاني ۽ سدا حيات شاعر آهي ۽ جڏهن به ماڻهو غم ۾

هوندو آهي ته شاهه جو رسالو پڙهي ٿو ته ڪم ۽ گوندر دور ٿيو وڃن. رسالي جا سڀ سر مانڪ ۽ موتي آهن جيڪي پڙهڻ رتن آهن. ورياڻي صاحب کي شاهه سائين جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

جي ليلائي ته لهين ته پڻ وري ليلائج
آسرو م لاهيج سڄڻ سپاجهيندو ڳهڻو

# جناب سائين پريداس امر



لا ڪاليج جي استاد جي حيثيت سان جناب امر صاحب کي وساري نٿو سگھجي.

جناب امر صاحب جن ۱۴ مارچ ۱۹۳۳ع تي ديوان مسڪيداس جي گھر ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم متي-هاء اسڪول بي اي آنرز ۱۹۵۵ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ڪئي ۱۹۵۷ ۾ ايل ايل بي فرسٽ ڪلاس ٽاپ ڪري ڪئي جنهن تي کين گولڊ ميڊل مليو.

## سماجي ڪم:

امر صاحب جن حيدرآباد سنڌ هندو پنچائت جي گورننگ بورڊ جا ڊائريڪٽر آهن ۽ ڪمترن کي غريب شاگردن سان همدرديون ۽ مالي مددون ڪيون اٿن. سنڌ ڇوڙ

موجب تہ آئون جيڪي ڪجهہ آهيان سو مون کي پڪو يقين آهي. تہ منهنجي ترقي منهنجي والده ماجده جي دعائن جو نتيجو آهي.

تنهن کان سواءِ پنهنجن دوستن هر هڪ پير محمد جان سرهندي ۽ جناب ڏرم داس ورياڻي جن زندگيءَ جي هر موڙ تي رهبري ڪئي آهي.

## شاگرد:

شاگرد بابت امر صاحب جو چوڻ آهي تہ ذهين شاگرد کي گهرجي تہ هو پنهنجن شاگردن کي ڀاڻ جهڙو ڪرڻ ۾ مدد ڪري. شاگردن کي ڀاڻ ۾ قومي شعور پيدا ڪرڻ گهرجي جيڪڏهن اسان جو شاگرد قومي شعور جو احساس ڪري تہ سگهندو تہ مستقبل هو اڳتي هلي ڪارگر شهري ثابت ٿي سگهندو. شاگردن کي گهرجي تہ علم جو قدر ڪن. علم اها روشني آهي جنهن جي ذريعي سان دنياوي اونداهي دور ٿئي ٿي. شاگرد کي گهرجي تہ هو بنيادي هوس لاءِ ڀاڻ تي ضابط ڪري گهٽ ۾ گهٽ وقت بهائي تعليم حاصل ڪري ۽ ڪم-س علم جي ميدان ۾ گوءِ کٽڻ گهرجي.

امر صاحب جو چوڻ آهي تہ ڪنهن بہ مرتبي تي پهچڻ لاءِ ايمانداري. جفا ڪشي ۽ مسلسل محنت ضروري آهي.

## ڀٽائي گهوٽ:

امر صاحب جن جو چوڻ آهي تہ شاهہ سائين بين القوامي شاعر ۽ سندس شعر لافاني آهي. شاهہ سنڌ آهي ۽ سنڌ شاهہ آهي. شاهہ جو شعر سنڌ جي ٻچي ٻچي جي زبان تي آهي ۽ شاهہ جو سنڌ جي ماڻهن جي دلين تي قبضو آهي.

امر صاحب کي شاهه سائين جو هي بيت ڏاڍو پسند آهي.

الله اچن اوءِ، جن آئي من سرهو ٿئي.
(شاهه)

چاڪاڻ جو هن بيت سان سندس محبوب استاد احمد خان هالائي جون يادون وابسته آهن.

# جناب قاضي محمد اعظم صاحب



قاضي صاحب جن ٢٠ آڪٽوبر ١٩٣٠ع ۾ پيدا ٿيا. سندن والد صاحب جو شمار سنڌ جي بزرگن ۾ ٿئي ٿو. هن ابتدائي تعليم ميان علي بخش پرائمري اسڪول حيدرآباد ۽ ميٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول مان ١٩٤٦ع ۾ ڪئي.

١٩٥٠ع ۾ ڪراچي يونيورسٽي مان بي. اي ۽ سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ١٩٥٣ع ۾ ايل ايل بي ڪئي.

## سماجي ڪم:

١٩٤٦ع ۾ نيشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ سنڌ مسلم اسٽوڊنٽ فيڊريشن جا صدر هئا. لطيف آرٽ سرڪل ڪراچي

جا سيڪريٽري ٿيا. ڪجهه قلع حيدرآباد ۾ هڪ اسڪول قائم ڪيائون.

حيدرآباد ميونسپل ڪاميٽي جي ورڪس ڪاميٽي جا چيئرمين ٿيا، انهيءَ دوران ڪيترن نيون اسڪيمن ۾ قاري آباد ۽ عابد آباد جي رهواسين کي مالڪاڻا حقوق ڏيارڻ جنهن ڪري انهن حقوق ڏيارڻ ۾ قاضي صاحب جن ڪافي جدوجهد ڪئي.

انهن کان سواءِ الهداد چنڊ جو ڳوٺ ۽ انهن نمبر ڦلڪي ۾ ڊوليپمينٽ لاءِ ڪافي ڀاڱ ورتائون. ١٩٦٨ع ۾ ڪامن ويلٿ ۾ پاڪستاني وفد (پارليامينٽري معاملات) سان شرڪت ڪئي.

### شاگرد:

قاضي محمد اعظم صاحب جن جو چوڻ آهي ته اسان جي شاگرد پاڻ کي گهرجي ته هو پنهنجو سڀ ڌيان تعليم ڏانهن ڏين.

جو ته تعليم سان ئي هڪ سٺو شهري پيدا ٿي مدد ملي ٿي. انهن کان سواءِ سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ بهرحال اهي سماجي سرگرميون شاگرد برادريءَ جي فلاح ۽ بهبود لاءِ هجن.

### شاهه پياگي:

پٽ جي گهوٽ جو رسالو قرآني تصنيف آهي. جنهن لاءِ شاهه سائين ڀاڱ فرمايو آهي ته.

جي تو ڀيمڙ پاڻيا سي آئيتون آهن،
لهو مڻ لائين ورڻ سعدي ڀار ڏي.

(شاهه)

سندن چوڻ آهي تہ، جڏهن روح کي ڪا تڪليف رسي ٿي ۽ شاهہ جو رسالو کولجي ٿو تہ جيڪي تڪليفون آهن سي دور ٿي وڃن ٿيون.

قاضي اعظم صاحب صوبائي اسيمبلي جا ممبر بہ رهي چڪا آهن. تنهن کان سواءِ سندن شمار سنڌ جي برک، وڪيلن ۾ ٿئي ٿو.

# جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙي

جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙي ولد رئيس غلام محمد خان پرڳڙي جن ۷ جنوري ۱۹۱۳ع ۾ حيدرآباد ۾ پيدا ٿيا.

پرائمري تعليم ٻنگاڻ پرڳڙي، نور محمد هاءِ اسڪول ۽ لارنس مدرسه مان ميٽرڪ ڪئي.

۱۹۲۹ع ۾ سينئر ڪيمبرج ڊيرادون مان ڪئي. پرڳڙي خاندان هميشه سنڌ ۾ سماجي ڪمن ۾ سڀ کان اڳڀرو رهيو آهي.

رئيس غلام محمد خان پرڳڙي جن جا ڪيل ڪارناما هميشه ياد رهندا.

## سماجي ڪم

جناب غلام مصطفيٰ پرڳڙي جن تعليم جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو آهي.

پاڻ پنهنجي زمين جا ۴۰۰ (چار سو) ايڪڙ ٻنگاڻ پرڳڙي هاءِ اسڪول لاءِ وقف ڪيا آهن. ۽ انهي هاءِ اسڪول ۾ هڪ بورڊنگ هائوس به سندن ٺهرايل آهي جتي ڪيترائي شاگرد رهي تعليم پرائين ٿا.

تنهن کانسواءِ پاڻ ڪيترن ئي شاگردن جي مالي طرح سان مدد ڪندا رهيا آهن.

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي پرڳڙي صاحب جن چيو

چوڻ آهي تہ صحيح تعليم ڏيڻ ۾ شاگرد کي پاڻي کا ڪسر نہ ڇڏڻ گهرجي.

شاگرد کي کپي تہ هو پڙهڻ پورو ڌيان تعليم تي ڏين ۽ سندن گهڻو لاڙو ديني تعليم طرف هئڻ گهرجي.

هن تعليم ڏيڻ سان اسان جي سنڌ کي فائدو ۽ اسان جي ملڪ پاڪستان لاءِ ڀلو آهي.

## شاه ڀٽائي:

پرگڙي صاحب. جو چوڻ آهي تہ جيستائين اسان کي سنڌي زبان ۾ ڄاڻ نہ آهي تيستائين اسين شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جو رسالو سمجهي نہ سگهنداسين.

شاه سائين جي رسالي ۾ ماڻهن ۽ انهن جي زندگي جي سڀني شعبن تي روشني وڌي آهي. ۽ حضور جن جي حديثن کي سنڌي زبان ۾ پيش ڪيو آهي.

شاه سائين جو پيغام جامع ۽ هرهڪ ماڻهو سان واسطو رکي ٿو.

پرگڙي صاحب کي شاه سائين جو هي بيت نهايت پسند آهي.

سرتيون سڀئي سپرين کا مون سان هلي -
متان موڙي اچ پنهل ڪاڻ پب ۾.

## هاري:

اسان جو هاري پهريائين تمام پٺتي پيل هو مگرهاڻي سندس حالت ڏينهون ڏينهن سڌري رهي آهي ۽ هن کي گهرجي تہ پنهنجي ٻچن کي تعليم ڏياري ۽ پنهنجي هنر ۾ چاهت سان ڪم ڪن.

هارپو فقط اڻ پڙهيل طبقي لاءِ مخصوص نہ آهي مگر

اهو ڪم هڪ پڙهيل به ڪري سگهي ٿو مگر ان کان بهتر نموني ۾.

چاڪاڻ ته پڙهيل آبادگار کي جديد زراعت ۽ سندس آلات ۽ طريقن جي وڌيڪ ڄاڻ هوندي آهي تنهنڪري هن لاءِ تعليم هڪ لازم عمل آهي.

# جناب مير بندہ علي خان ٽالپر



جناب مير بندہ علي خان ولد مير محمد حسن خان ۱۹۰۴ ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ٽنڊو غلام علي ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم پنهنجي آبائي ڳوٺ ٽنڊو غلام علي مان پرائي ۽ پوءِ سينئر ڪيمبرج ديرا دون مان ڪئي. تنهن بعد برسٽل يونيورسٽي مان انگريڪلچر ۾ ڊپلوما ڪيو ۽ ڪيمبرج يونيورسٽي لنڊن مان ۱۹۲۷ ۾ بي. اي ڪئي ۱۹۲۸ کانپوءِ لڳاتار ۱۰ سال اسپيشل مئجسٽريٽ ٿي رهيا ۽ ۱۹۳۷ ۾ ريونيو وزير ٿيا ۱۹۴۰-۱۹۴۹ ۾ وزير اعليٰ سنڌ ٿيا.

**سماجي ڪم:**

مير صاحب جن ڪيترائي سماجي ڪم ڪيا آهن پاڻ پنهنجا ۲ بنگلا هڪ هاءِ اسڪول ٽنڊو غلام علي ۽ گرلز اسڪول کي ڏنا. تنهن کانسواءِ پاڻ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جا پريزيڊنٽ ٿي رهيا آهن ۽ ڪن تنهن دوران جيڪو رهيو توريئن ملندو هو سو شاگردن کي اسڪالرشپ طور ڏيندا هئا. جڏهن مير صاحب جن وزير اعليٰ سنڌ هوندا هئا. تڏهن به پنهنجي پگهار جو اڌ سرڪار کي ڏيندا هئا. پاڻ اڄا تائين ڪيترن غريب شاگردن کي امداد وغيره ڏيندا

اچن، پاڻ هاڻي الله تعاليٰ جي عبادت ۾ وقت گذاري رهيا آهن.

## شاگرد

شاگرد کي مخاطب ٿيندي مير بنده علي خان جن جو چوڻ آهي ته شاگرد کي ايندڙ وقت جي ٺاهيندڙ جو لقب مليل آهي تنهن ڪري ڪيس پنهنجو اصلي مقام سڃاڻڻ گهرجي ۽ پنهنجي پوري قوت ۽ طاقت تعليم پرائڻ ۾ صرف ڪن پنهنجي والدين، استادن ۽ وڏن جي عزت ڪين ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح سان هو پاڪستان جا سٺا شهري ٿيندا، ڪين ايمانداري سان ملڪ جي بقا لاءِ سٺي اخلاق تي ڌيان ڏيڻ گهرجي.

## پڙهائي:

پڙهائي پلاري بابت مير صاحب جن جو چوڻ آهي ته شاه جي ڪلام ۾ معني رکيل آهي سندس ڪلام پڙهجي ٿو ته حياتي گذارڻ جي سڌي رستي تي ڪيئن هلجي ۽ انسان کي پنهنجي حياتي جاڳائڻ لاءِ چيل آهي ۽ پنهنجي آئيندي تي زور ڏنل آهي. جيڪو سندس مستقبل سان وابسته آهي، پڙهائي پلاري جي ڏنل تعليم تي هلڻ سان اسين سٺو ڪردار ادا ڪري سگهون ٿا ۽ اعتقاد مضبوط ٿيندو، ذهن ۽ حياتي ڪامياب ٿيندي.

## هاري:

هاري بابت مير بنده علي خان جن جو چوڻ آهي ته محنت ڪريو ڦل ماڻيو. ڪين سندن ذات لاءِ ۽ قوم لاءِ

محنت ڪرڻ گهرجي، محنت ۽ صرف محنت اسان جي هاري جو شعور آهي ۽ محنت ئي هاري جو ڀلو ڀالو آهي، محنت سان ئي اسان جو ملڪ پاڪستان ترقي ڪندو آباد شاداب رهندو.

# جناب ڪٽياڙ الھ بخش عرف ”ٽلڙ خان“



جناب الھ بخش ڪٽياڙ عرف عاڙ خان ولد مير حاجي غلام محمد خان ڪٽياڙ ڏهين اپريل ۱۹۳۸ ۾ پنهنجي آباڻي ڳوٺ عارف ڪٽياڙ تعلقه هالا ضلع حيدرآباد ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم سميت پورا ۽ پيچر هاءِ اسڪول حيدرآباد مان تنهن بعد نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ ميٽرڪ

ڊي سي هاءِ اسڪول نوابشاهه مان ڪئي.

پاڻ اڃا ننڍپڻ ۾ هئا ته ۱۹۵۸ع ۾ سندن والد صاحب وفات ڪئي تنهن بعد پنهنجي تعليم مڪمل ڪري نه سگهيا ۽ زميداري ڪم ۾ لڳي ويا.

**سماجي ڪم:-**

ملڻ خان جن هڪ تمام بهترين سماجي ڪارڪن آهن انهي کانسواءِ پنهنجي ڪتڊاڻ قوم لوڙڪي پڻ ماڻهن جي هر طرح سان مدد ڪندا رهن ٿا. پاڻ ۱۹۶۲ ۾ يونين ڪائونسل تاج پور جا بنا مقابلي چيئرمين ٿيا. سندن انتظام ڪاري ۾ ڪيترن ڳوٺن ۾ ڏڪا. قتل ڪوهن کي ٺهرائڻ. پنهنجي يونين ڪائونسل ۾ صفائي تي خيال ۽ تعليم کي خيال ۽ تعليم کي مدنظر رکندي پاڻ ڪيترائي اسڪول ٺهرايائون. جيئن ته تاجپور يونين ڪائونسل ۾ ابتدا ڪند نه هئا جنهنڪري ملڻ خان جن پنهنجي هٿان انهن خرچن جو پورائو ڪندا هئا. يونين ڪائونسل جي آفيس ۽ ڪيترائي پرائمري اسڪول لاءِ پاڻ پلاٽ مفت ڏنا هئائون تنهن کان سواءِ پاڻ ڪيترن ئي غريب شاگردن جي هر وقت مدد ڪندا رهن ٿا.

**شاگرد:**

شاگرد کي مخاطب ٿيندي ملڻ خان جو چوڻ آهي ته ڪيس پنهنجو ڀاڳ سڃاڻڻ گهرجي ڪيس محنت ڪري تعليم حاصل ڪرڻ گهرجي. سياست کان پري رهي پنهنجو سمورو ڌيان اڄ ڪلهه جي تعليم يعني ٽيڪنيڪل يعني (پيشوراڻي) تعليم ڏي گهڻو لاڙو رکڻ گهرجي. چاڪاڻ جو جو وقت جي تقاضا موجب اهائي تعليم ڪارگر ثابت ٿي رهي آهي.

**شاهه پناڻي:**

شاهه سائين بابت ڪتڊاڻ صاحب جو چوڻ آهي ته پناڻي پلاري جو پيغام سڀني دنيا لاءِ آهي ۽ شاهه سائين

اسانجي سنڌ جي هستي آهي، شاهه جي شاعري ۾ آئيون ٿا،
۽ هدايتون اسان کي ملنديون، عجز، انڪسار ۽ لاچارگي
ملندي. شاهه جي شاعري اولهي کوه وانگر آهي جنهن جو
انت اڃا ڪنهن به نه لڌو آهي.

ڪتهاڻ صاحب کي شاهه سائين جو هي بيت وڌيڪ
پسند آهي-

ماڻهو سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه، اچي ٻوءِ بهار جي
(شاهه)

# جناب حاجي محمد سليمان پنو -



جناب حاجي محمد سليمان پنو صاحب جن ٢٢ سيپٽمبر ١٩١٤ع ۾ سکر ۾ پيدا ٿيا. سندن والد صاحب محمد اسماعيل خان پني جو شمار پنهنجي ڏر جي چڱن مڙسن ۽ نيڪ مردن مان آهي.

محمد سليمان خان پنو صاحب جن پرائمري تعليم کان - ميٽرڪ تائين سکر ۾ پڙهيا. تنهن بعد ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۽ اين. اي. ڊي ڪاليج ڪراچي ۾ ١٩٣٨ع ۾ لنڊن يونيورسٽي مان انجنيئرنگ جو ڪورس ڪيو. ان بعد پاڻ اسسٽنٽ انجنيئر ٿيا.

پنو صاحب جن ايمانداري ۽ ذهانت سان سنئي ترقي ڪئي ۽ ١٩٦٨ع ۾ چيف انجنيئر جي عهدي تان رٽائر ٿيا. پنو صاحب جن پنهنجو وقت عبادت ۽ ياد الاهي ۾ گذاري

رهيا آهن. سندن گهڻو لاڙو ديني تعليم سان آهي. دنيا
اچڻي وڃڻي شيء آهي. حقيقي عبادت ئي مالڪ سان ملائي
ٿي. حقيقي مالڪ جي عبادت ئي شال قبول هوي. دنيا
جي طمع ۽ لالچ ڪين نه آهي.

پاڻ چون ٿا ته:

پئي ڪٽي پساه پسڻ ڪارڻ پرين جي.

## شاگرد

پنه صاحب چون ٿا ته شاگردن کي پنهنجو سڄو وقت
تعليم تي ڌيان ڏيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته اهي مستقبل جا
معمار آهن. ڇو ته انهن ئي شاگردن کي اڳتي هلي اسان جي
قوم جو بار ايندو. علم سان فيض اهو ساڳيو آهي. ليڪن
وٺڻ وارا ڪي ٿورا آهن.

شاگردن کي پنهنجي مائٽن استادن ۽ وڏن جي عزت
ڪرڻ گهرجي ۽ ان سان گڏ اسلامي تعليم ڏانهن به توجه
ڏيڻ گهرجي نه ڪي ناولن ۽ ڪوڙن ڪهاڻين ڏي.

ڀٽائي صاحب جو چوڻ آهي ته،

اکر پڙهه الف جو ٻيا ورق سڀ وسار-

انهن وانگر ديني تعليم ئي اسان جو مستقبل سڌاريندي.

## شاهه ڀٽائي:

ڀٽ ڌڻي بابت پنه صاحب جو چوڻ آهي ته شاهه جي
ڪلام ۾ صوفي ازم ۽ مالڪ حقيقي طرف لاڙو آهي. سو
ڪنهن به ٻئي شاعر جي ڪلام ۾ نه آهي. شاهه سائين جو
ڪلام اسان لاءِ مشعل راهه آهي. ڪين شاهه صاحب جو هي
بيت لعيدي هوندي ڪان ئي پسند آهي.

ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي مٽيءَ اندر مان،
ڪوڙين ڪن سلام اچي آس ان جي.

پڻ صاحب جن درويش خيالات جا مالڪ آهن ۽ پاڻ ماڻهن جي محبت ڀريل ٻنهي فقيرن جي درگاهه تي حاضريون ڀريندا آهن. سندن چوڻ ته سڄي پاڪستان جي سڀني ٻنهي فقيرن جي مزارن جو سندن زيارتون ڪيل آهن. ۽ پاڻ ڪنهن کان سواءِ قومي خدمت ڪرڻ لاءِ هر طرح سان حاضر آهن.

# ملڪ علاوالدين ولد ملڪ نور محمد خان

## "ٽنڊو احمد خان"

## ڪوهستان



ملڪ صاحب جن ١٩٤٦ع ۱ جنوري ۾ ٽڪي احمد خان ۾ جاوا هئا. جيڪو ڪوهستان جي ضلعي دادو ۾ هڪ ڳوٺ آهي.

پرائمري تعليم ٽنڊ احمد خان مان لهڻ بعد مئٽرڪ جو امتحان ١٩٦٤ع ۾ ڪوٽڙي هائي اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪيائون.

پاڻ بي - اي آنرس ١٩٧٠ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان ڪيائون، پاڻ سنڌ جي نامور ملڪ گهراڻي سان تعلق ٿا رکن.

١٩٧٢ع ام- اي ۾ پولٽيڪل سائنس ۾ ڪيائون پاڻ

همعصر لا جا شاگرد آهن، تنهن سان گڏ زميندار به آهن سندن
خيال روشن آهن.

”---“ جي شاگرد جي حيثيت سان سندن چوڻ آهي
ته مستقبل ۾ شاگرد جي ڪلهن تي قوم جو بار آهي انهيءَ
ڪري کين گهرجي تہ تعليم تي چڱي طرح سان ڌيان
ڏين، جيئن اڳتي هلي هو قوم جي صحيح نمائندگي
ڪري ۽ کين ٻـري ٻلي جي سڃاڻ ڪرڻ گهرجي ۽ کين
کپي تہ هو پنهنجو وقت اجايو نہ وڃائين ۽ پنهنجو وقت
تعليم پرائڻ ۾ صرف ڪري. کين غلط ليڊر شپ کان پاسو
ڪرڻ گهرجي ۽ جوش کان گهٽ هوش کان وڌيڪ
ڪم وٺن.

**پنائي :**

سندن چوڻ آهي تہ پنائي جو ڪلام جامع آهي سندن
ڪلام ۾ فصاحت ۽ بلاغت آهي. کين شاهہ صاحب جو هي
بيت تمام گهڻو پسند آهي.

> الله اچن اُر- جن آئي من سرهو ٿئي.
> (شاهہ)

**هاري:**

ملڪ صاحب جو چوڻ آهي تہ اسان جي هاري پاڻ
کي محنت ڪرڻ گهرجي.

موجوده حڪومت طرفان جيڪي زرعي اصلاحات
ڪيا ويا آهن تن مان هو پورو پورو فائدو وٺن ۽ هاري جي
محنت سان ئي هن ملڪ جي معيشت وڌيڪ مضبوط ٿيندي
جنهن ۾ سڄي قوم جو ڀلو آهي.

محنت ڪرڻ سان هاري بہ خوش تہ زميندار بہ خوش.
هاري ۽ زميندار پاڻ ۾ کي گهرجي تہ هو پنهنجا پنهنجا

فرض جيڪي مٿن عائد آهن ۽ جن لاءِ هو اخلاقي طرح ٻڌل
سي نہ وسارين ۽ هڪ پاڪيزه ۽ سٺو تعلق ۾ برقرار رکن
جنهن ۾ ٻنهي جي ڀلائي ۽ بهتري آهي ۽ ٻنهي ڌرين کي
جي ترقي الهي تعلق ۾ آهي.

# حاجي عبدالله خان هاليپوٽو

حاجي عبدالله ولد حاجي احمد خان هاليپوٽو جو سال ١٩٣٢ع ۾ ڀنڀڙي آباڻي ڳوٺ محمد پڇل هاليپوٽو، ماڻلي ۾ پيدا ٿيا، ابتدائي تعليم تپيدو غلام علي مان حاصل ڪئي. سندن والد ١٩٣٦ع ۾ وفات ڪئي ۽ حاجي عبدالله خان ڀنڀڙي آباڻي پنهنجي زميداري ڪي لڳي ويا.

## سماجي ڪم:

حاجي صاحب ڪي عام ڀلائي جي ڪمن سان تمام گهڻي دلچسپي آهي. هو غريب ماڻهن جا ڪم پنهنجي هٿان خرچ ڪري به ڪندو آهي. ۽ غريبن جي مدد ڪرڻ سندس اصول رهيو آهي، تنهن کان سواءِ ڪيتري موري جهڪا چورن ۽ ڀاڳيدارن جو اڏو هو، انهن چورن ۽ ڀاڳيدارن کي گرفتار ڪرايو اهڙي طرح سان سندس ڳوٺ ۾ چورين جو خاتمو آيو.

جيئن ته صاحب جن چيئرمين به رهي چڪا آهن ۽ سندن ابا ڏاڏا مڪاري ۾ ڪمترائي سرداري جا ڪم ٿيا ۽ سندن يونين ڪائونسل مشهور يونين ڪائونسل هئي.

حاجي صاحب کي آبادڪاري سان سٺو لڳاءُ آهي ۽ آبادي جي سٺي صلاحيت جي ڪري تمام گهڻي ترقي

ڪئي اٿن. ۽ پنهنجو سمورو وقت عوامي ڀلائي جي ڪمن
۽ آبادڪاري تي صرف ڪندو آهي. ڀاڻ هڪ ڳوٺ پنهنجي
نالي سان ڪپري موري وٽ ٻڌايو اٿس جيڪو ڏسڻ وٽان
آهي ۽ اهڙو ڳوٺ پڻ پنهنجي خرچ سان ۴۰ دڪان غريب
ماڻهن کي ٺهرائي ڏنا اٿس تنهن کان سواءِ هڪ اسڪول
۽ مسجد به ٺهرائي اٿن.

## شاگرد:-

هالپوٽي صاحب جو رايو آهي ته اڄ جي شاگرد کي
گهرجي ته هو پنهنجو سمورو ڌيان تعليم تي ڌيان ڏين
ڇاڪاڻ ته هو آئيندي جا اڳواڻ آهن جنهنڪري منجهن سٺي
تعليم هوندي ته هو صحتمند شهري بڻجي معاشري جي
خدمت ڪندا ۽ پوءِ قوم مٿن ناز ڪندي.

## شاهه ڀٽائي:

شاهه صاحب بابت هالپوٽه صاحب جو چوڻ آهي ته
شاهه صاحب سنڌ جا مقبول شاعر ٿي گذريا آهن ۽ هر هڪ
ماڻهن شاهه صاحب جو احترام ڪري ٿو، شاهه جو ڪلام
هر هڪ ماڻهو جي رڳ، رڳ ۾ سمايل آهي.

کين شاهه صاحب جو بيت وڌيڪ پسند آهي
ماڻهو سڀ ڀلا سهڻا، ڪي سڀ ڀلا هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه، اچي بوءِ بهار جي.
(شاهه)

## هاري:

هاري کي گهرجي ته جيترو ٿي سگهي زراعت کي
ترقي وٺائي اسانجو ملڪ زرعي آهي سندس دارومدار
زراعت ۽ هاري تي آهي. جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي

زراعت سڌريل هوندي ته انجو شمار سنڌين ايگريڪلچرل ڊولپڊ ڪنٽريز ۾ ٿيندو.

اهڙيءَ ۾ هاري به خوش ته ملڪ جا ماڻهو به خوشحال تنهنڪري هاري کي گهرجي ته هو محنت ڪري ۽ محنت ۾ ئي سنڌس ٻچن جو روشن مستقبل سمايل آهي.

# جناب محمد ابراهيم خٽڪ صاحب



جناب خٽڪ صاحب ولد محمد حسن خان خٽڪ ١٦ مئي ١٩٢٩ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ لال بخش خان خٽڪ ۾ پيدا ٿيا.

شروعاتي تعليم پنهنجي آبائي ڳوٺ ۾ ۽ ديني تعليم مولوي محمد هاشم ڪٽي وٽ غلام الله مدرسي ۾ حاصل ڪئي.

سندن چوڻ آهي ته سندن زندگي جي هر شعبي مان گذريل آهي.

پاڻ محنتي ماڻهو آهن سندن چوڻ آهي ته ڪمن پٺي ۽ تعليم سان گهڻو لڳاءُ آهي.

## شاگرد

سندن چوڻ آهي تہ اسان کي پنهنجي ڌرتيءَ سان محبت آهي. ڪن جو چوڻ آهي تہ انگريزي پڙهڻ کان پوءِ ماڻهو نافرمان ٿيو وڃي. پر اهو غلط آهي. اهو فقط مختلف ذهنن ۽ سوچن جو فرق آهي. جيڪا علم ۾ عزت آهي سا جهالت ۾ نہ آهي.

پاڻ چون ٿا تہ علم پرايو قوم ملڪ جي خوشحالي لاءِ ڀاڱ ڀتوڙيو. مائٽن استادن ۽ وڏن جو احترام ڪريو.

## شاهہ ڀٽائي

لطيفي لات کي ساراهيندي حمڪ صاحب چون ٿا تہ ڀٽائي صاحب پنهنجي ڪلام کي امله ماڻڪ موتين جو هار بنايو آهي. جيڪو هميشه اسان جي دلين ۾ ياد رهندو. پٽ ڌڻي هڪ وڏو بزرگ ۽ عالم دين هو.

حمڪ صاحب کي هي بيت گهڻو پسند آهي.

جي تو بيت ڀانيا سي آيتون آهن
نيو من لائين پريان سندي پار ڏي.
(شاهہ)

## هاري:

هاري لاءِ حمڪ صاحب جو چوڻ آهي تہ اسان جي هاري کي جيڪا زمين آهي جنهن ۾ سندس روزي لکيل آهي هو تنهن لئي محنت ڪري ۽ ان کي بنائي. کيس سستي ۽ ڪاهلي کان پري رهڻ گهرجي.

سستي ۽ ڪاهلي کي ڀٽائي صاحب بہ سخت ڌڪاريو آهي.

جهڙن سعدن فرمان آهي ته:

ستا اٿي جاڳـــ، ننڊ نه ڪجي ايتري

(شاهه)

سو تنهن وانگر حقيقت ۾ ٿي هاري جو پلو، ۽ اسان جي ملڪ ۽ قوم جو پلو آهي.

# قاضي عبدالقدوس راڄڙ

قاضي عبدالقدوس راڄڙ صاحب اپريل مئي ١٩٣٥ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ ڪنري ۾ ڄائو هو جيڪو تعلقو ڪنري ضلعو سانگهڙ ۾ آهي.

## ابتدائي تعليم:

پنهنجي ڳوٺ مان مئٽرڪ ميرپورخاص هاءِ اسڪول مان ١٩٥٥ع ۾ بي- اي ١٩٦٠ع ۾ ايم- اي ١٩٦٤ع ۾ ايل- ايل- بي پاس ڪئي.

١٩٦٤ع ۾ ٽائون ڪنري جا چيئرمين بنا مقابلي چونڊيا ۽ پنهنجي چيئرمين دوران ٽائون کي قاضي صاحب هڪ نهايت ئي سماجي ڪارڪن ثابت ڪري ڏيکاريو.

## سماجي ڪم:

ٽائون ڪنري جي غريب آباد ڪالوني ٺاهڻ ۾ تمام گهڻي دلچسپي ورتي ۽ سندن ڪوشش سان اها ڪالوني لاءِ جيڪا زمين هٿ ڪئي وئي. ١٥ پئسا في فوٽ جي حساب غريب ماڻهن کي ڏني انهن کان سواءِ سندن ڪوشش سان ڪنري واٽر سسٽم ٺهيو، ڪنري ۾ لائبريري سينٽرل ڪلب ۽ تعليمي ڊسپينسري لاءِ پلاٽن جو هٿ ڪرڻ انهن کان سواءِ ڪنري شاپنگ سينٽر ۽ بس اسٽينڊ وغيره ٺهرائڻ ۾ به سندن گهڻي دلچسپي هئي. ٽائون ڪنري هاءِ اسڪول جا لائف ميمبر آهن ۽ انهن سان گڏوگڏ اعزازي ميمبر ٿي ڪنري هاءِ

اسڪول لاءِ ڪم ڪيو اٿن ساڳ جيئن ته هڪ ٽرسٽ، رکيل
آهن ٺهڊڪري وڏن غريب ماڻهن جا جيڪي ڪيس اچن
ٿا تن جي مدد ڪئي وڃي ساڳ ڪيترن ئي شاگردن کي
پنهنجي طرفان اسڪالرشپون ڏين ٿا.

## شاگرد:

شاگرد کي گهرجي ته جيستائين سندن تعليم مڪمل
ٿئي، تيستائين ڪنهن سياست ۾ ڀاڱو وٺڻ نه گهرجي. تعليم
کي نظرانداز نه ڪري جيڪڏهن اسان جو شاگرد تعليم تي
پورو ڌيان لائي ته اسان جو تعليمي معيار بلند ٿي پوي.
سندن چوڻ آهي ته اسان جا ڪيترا غريب ۽ مستحق
ڇوڪر جيڪي تعليم کي اڳتي جاري رکي نٿا سگهن ۽
هاير تعليم کان محروم آهن تن لاءِ مخير حضرات کي گهرجي
ته انهن شاگردن جي مدد ڪن.

## شاهه ڀٽائي:

شاهه صاحب هڪ بين الاقوامي شاعر آهي شاهه صاحب
جي شعر مان سنڌ جو هرڪو طبقو مستفيض آهي ڇاڪاڻ
جو شاهه جو پيغام انسان ذات لاءِ آهي ساڳ اهڙي شاعر
آهن. جنهن ڪري سندن روحاني نوڙي برگزيده ۽ وقت
هر انسان تي اثر انداز ٿئي ٿو، سندن شعر اسان جي لاءِ
مشعل راهه آهي. ڪين شاهه صاحب جو هي بيت گهڻو
پسند آهي.

”مارن موليهه هماس – نه نه ماڙيين ماريس ڪيڏڪي.“
(شاهه)

## هاري:

اڄ جي هاري پاڻ کي غرض آهي ته هو موجوده
سائنسي تقاضا موجب پنهنجي زمين تي توجهه ڏيڻ ساڳ

پراڻن طريقن کي ترڪ ڪري نون طريقن سان زمين کي آباد ڪن.

جيئن ته قديم زماني کان وٺي هاري ۽ زميندار جو پاڻ ۾ سماجي ۽ معاشي ناتو رهيو آهي. جنهن ڪري هاري ۽ زميندار ٻنهي کي گهرجي ته هو پنهنجا تعلقات توازن ۾ رکن ۽ پنهنجي زمين تي توجهه ڏين.

# محترم غلام حسين پلي



غلام حسين پلي ولد خانصاحب عبدالرحمان پلي ۱۹۵۰
۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي آرڙ ڪرم
ڄائو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺان ۽ مشترڪ نور محمد هاءِ
اسڪول مان پاس ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي آبائي زميني
زميداري کي لڳي ويا.

## شاگرد:

جيئن ته غلام حسين خان ٻارو تعليمي ماحول مان نڪري ٻهراڙي زراعت جي واڌاري ۾ لڳي ويا آهن ۽ ٻالڪ ٻارو شاگردي واري دور مان گذري چڪا آهن سندن چوڻ آهي ته اسان جي شاگردن کي گهرجي ته هو ٻهراڙيءَ سمورو ڌيان تعليم تي ڏين. جيڪڏهن فسادن کان پرهيز ڪن.

## سماجي ڪم:

جيئن ته سندن والد خان صاحب عبدالرحمان پلي ٣١ آڪٽوبر ١٩٧٣ تي وفات ڪئي ۽ والد جي وفات کان پوءِ غلام حسين خان جي دستاربندي مخدوم سجاده نشين ملتان واري ڪئي. سندن والد جا قائم ڪيل ڪميٽراڻي مدرسه آهن ۽ غلام حسين خان انهن مدرسن جي سنڀال ۽ ڪيترن غريب شاگردن جي هر وقت مدد ڪندا رهن ٿا. ٻين ٻهچ ماڻهن کي ٻهراڙيءَ خرچ تي حج ڪرائيندا آهن. ان کانسواءِ ڪيترين کي اسڪالرشپون شاگردن کي ڏين ٿا.

## شاه پڙهائي:

شاه سائين بابت غلام حسين خان جو چوڻ آهي ته پڙهائي پلاري جو ڪلام جامعيت سان ڀر آهي ۽ انهيءَ جامعيت ۾ محبت پيار وطن جي حب آهي. شاه صاحب جهڙي هستي دنيا ۾ ڪا ورلي هوندي. ڪمن شاه سائين جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

ٿـو در آيس داسڙا ڪري اوڳڻ آهـار
جي تو وسط سعدي روح ۾ - مرن پيٽي ڏاه پتار
صاحب لڳ ستار- ميٺ مداحون مهجرون
(شاه)

هاري کي مخاطب ٿيندي غلام حسين خان جن جو چوڻ آهي ته هاري کي گهرجي ته محنت ۽ دلچسپي سان فصل اپائي ۽ حڪومت جي زرعي اصلاحن مان فائدو وٺي. جيئن ته اسان جو ملڪ زرعي آهي ۽ اسان کي زراعت جي ضرورت آهي. هاري کي پنهنجي ملڪ کي زراعت ۾ خود ڪفيل ڪرڻ لاءِ محنت ۽ صرف محنت ئي ڪرڻ گهرجي. جنهن ۾ سندس، اولاد ۽ ملڪ جو ڀلو آهي.

# محترم شفيع محمد ساند



جناب شفيع محمد ساند صاحب جن ۲۰ آڪٽوبر ۱۹۳۹ ۾ ٻهڊڙي آباڳي ڳوٺ جان محمد ساند ۾ پيدا ٿيا. سندن والد صاحب جو نالو جان محمد صاحب جن هو ۽ سندن ساند قوم جي چڱن مڙسن ۾ آهي. جناب شفيع محمد ساند صاحب جن ابتدائي تعليم ٻهڊڙي ڳوٺان حاصل ڪئي. ميٽرڪ نارو شاه هاء اسڪول ۽ بي. اي سول اين. اي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج مان ڪئي.

## سماجي ڪم

جيئن ته ساند صاحب جن کي ٻهڊڙي قوم ساند جي ڏکي ڪري ان جي ڀلاءِ ۽ بهبود لاءِ ساهه پتوڙڻ. جمال ابڙو ۽ الهي بخش جتوئي تحت ساهه هڪ تنظيم نالي "سنڌ ساند تنظيم جو بنياد وڌو.

ان کان سواءِ ٻهڊڙي ڳوٺ ۾ جان محمد ساند مڊل اسڪول نالي قائم ڪرايو ساڳ حيدرآباد ۾ لطيف آباد يونٽ

نمبر ٣ ۾ هڪ مهذب ويلفيئر ڪميٽي قائم ڪئي ۽ ان جي
بانين مان آهن الهي ڏنو ڪميٽي تحت هڪ اسٽر ڪميونٽي
مسجد الصالح مڪمل ٿي راس ٿيندي جنهن جو ڪم هلي
رهيو آهي. ان کان سواءِ ساند صاحب جن ڪيترن ئي
غريب شاگردن جون هر وقت مالي طرح سان مددون ڪندا
رهن ٿا. سندن چوڻ آهي ته انسان دنيا ۾ هڪ ٻئي جي
مدد لاءِ پيدا ٿيو آهي. انسان ۾ همدردي، امداد باهمي ۽
هڪ ٻئي جي ڏک، سور ونڊڻ جو جذبو هئڻ گهرجي.
اهائي انسانيت آهي. انسان جو معراج آهي.

**شاگرد:**

شاگرد لاءِ ساند صاحب جو چوڻ آهي ته اڄ جو
شاگرد چوطرف نظر رکي ٿو ۽ پنهنجي مستقبل لاءِ ڀاڻ پتوڙي
ٿو ڀاڻ کي حقيقي مستقبل جو اڀو سمجهي. هر مسئلي تي
سنجيدگي سان سوچي ٿو، ماحول جي ڪوتاهين ۽ تاريڪين
کي دور ڪرڻ جي تمنا رکي ٿو.

**شاه يڪائي:**

شاه سائين بابت ساند صاحب جو چوڻ آهي ته شاه
سائين شان ۾ جيترو ڪجهه چئي سو گهٽ آهي. شاه
صاحب جي پايان سعد آهن. هر هڪ ادراڪ کي سندس
مقدر آهر جيترو فيض حاصل ٿئي ٿو هو الهي کي پنهنجي
خوشنصيبي سمجهي. الهي سعيد جي ٿهه لائين پهچڻ ۽
پروڙڻ لاءِ ڪي رند هجن. سندن چوڻ آهي ته هن عاجز
جي ڪهڙي مجال آهي جو شاه جي شان ۾ ڪجهه عرض
ڪ پان. ساند صاحب کي شاه جو هي بيت پسند آهي.

ڪوه پڇين ٿو ذات جهڪي آيا سي اڱڻ
(شاه)

چاڪاڻ جو هن بيت ۾ شاه سائين اهو چٽيءَ طرح
طرح بيان ڪيو آهي ته الله تعاليٰ وٽ فقط اعمال ڪم ايندا.

**هاري**

اڄ جي هاري عوامي دور جي سڌارن کي زياده سمجهه

رکي ٿو. ٻئي طرف فرض کان به غافل نه آهي. هن کي هاڻ
وڏي محنت ڪرڻ گهرجي ۽ کيس ملا" عوامي حڪومت
جي ذريعي مزدورن مان پورو پورو فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي
۽ هو پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي ترقي لاءِ قدم وڌائي، جنهن
۾ سنڌس قوم جو راز سمايل آهي.

# جناب عبدالله چنه



جناب عبدالله چنه صاحب جن سن ۱۹۰۲ع ۾ ٻهاڻن ڳوٺ ڀان ضلع دادو ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم ڀان ۾ ۱۹۲۰ع ۾ سنڌ مدرسه ڪراچي مان ميٽرڪ پاس ڪئي. ۾ بي. اي علي‌ڳڙهه يونيورسٽي ۾ ڪئي. تنهن بعد ۱۹۲۷ع ۾ مختيارڪار ٿيا. تنهن بعد پاڻ مير بنده علي خان ٽالپور وزير اعليٰ سنڌ جا پرائيويٽ سيڪريٽري ٿيا. ۱۹۶۲ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيا. ۱۹۶۸ع ۾ پاڻ سنڌ لا ڪاليج برها ڪيو ۽ الهيءَ سوسائٽي جا پاڻ چيئرمين ٿيا. ۱۹۶۹ع ۾ سروي ڪمشنر ٿيا. سنڌ جوڌپور جي حدبندي ڪري رپورٽ پاڪستان سرڪار کي موڪلي ته ڪچ رڻ جو اڌ اسان جو آهي.

۱۹۵۰ع ۾ ڪين ڪليڪٽر ڪيو ويو. تنهن دوران پاڻ ڪيترائي زنانه مردانه انگريزي اسڪول قائم ڪيا. جيڪي خانگي طرح هلايا ويندا هئا.

۱۹۵۷ع ۾ چنڊ صاحب ڪلڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيو. ۱۹۵۸ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽي جي جالبچ ٽرسال ڪميٽي جا ميمبر ٿيا. ڪجهه وقت کان پوءِ حيدرآباد ميونسپالٽي جا چيئرمين ٿيا ۽ انهن دوران حيدرآباد جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪافي ڪم ڪيو. ڀٽ شاهه عبداللطيف ڪلچرل سينٽر جا ميمبر ۽ سنڌ يونيورسٽي جا ايڊمنسٽريٽر ٿي رهيا آهن. ۱۹۶۵ع ۾ فارين سروس جي چونڊ لئي ڪميٽي جي اڻ جي اڻ تيار رپورٽ تيار ڪرڻ لاءِ چيو ۱۹۶۶ع ۾ جيترا ويجهي ڪميٽي جي اڻ جو ونڊ ۾ ميمبر ٿيا. ۱۹۶۷ع ۾ اهو ڪميشن پورو ٿيو. ۱۹۷۱ع ۾ ڪين ليمب وزير جي ڪميشن ۾ ڪين اهو عهدو ڏنو ويو آهي ۽ ڀاڻ موجوده عهدي تي فائز آهن.

## شاگرد

چنڊ صاحب جو اڄ جي شاگرد کي چوڻ آهي ته شاگرد کي پنهنجي استادن جي عزت ڪرڻ گهرجي ۽ ڪين پنهنجي پڙهائي ۾ هرطرح جي دلچسپي وٺي نمايان ڪاميابي حاصل ڪري پنهنجن والدين کي خوش ڪرڻ گهرجي. تعليم ختم ڪرڻ بعد جڏهن به شعبي ۾ داخل ٿين ته ان ۾ محنت ۽ وفاداري سان ڪم ڪن ۽ هميشه اهو ڪم ڪن جيڪو ملڪ جي فائدي ۾ هجي.

## شاهه ڀٽائي:

چنڊ صاحب جو چوڻ آهي ته ڀٽائي جي شعر انسان کي زندگي جي هر پهلو ۾ هلڻ لاءِ نصيحت ڪري ٿو ۽ اهي نصيحتون اهڙيون ته سليس آهن جن کي هرهڪ ماڻهو سمجهي سگهي ٿو. شاهه جي شعر ۾ ڀٽائي جي زندگيءَ کان وٺي وينديون ڏورانهين ڏيهه جي سفر تائين ذڪر ڪيل آهي.

شاهه جي شعر ۾ ظاهر ته انسانيت کي خطاب ڪيل آهي مگر سندن شعر ۾ روحاني راز به سمايل آهي. ڪين شاهه صاحب جو هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

جيئن ڏاڍ ته پيچ تيئن ته تنهنجو آسرو
پوءِ آڳاڙين سڀ اول ڏيئن الهن کي -

**هاري:**

چئه صاحب ڇئو نه اسان جي هاري کي گهرجي ته هو پنهنجي زمين لئي وڏڪ محنت ڪري ۽ پنهنجي هارڻي سان گڏوگڏ پنهنجي خالي وقت ۾ ڪمس ڀاڻ کي ڪمهن ۾ي هدر يا ڏنڏي ۾ سمڙائي اهڙي طرح سڌمس زندگي بهتر نموني ۾ گذاريندي.

# مرحوم بيگم زينت عبدالله چنه



بيگم زينت عبدالله چنا صاحب جن هميشه اسان وٽ موجود نه آهن مگر هن سنڌ جي عظيم ليڊي جا عظيم خيالات جيڪي مون وٽ محفوظ آهن سي آءٌ پڙهندڙ حضرات جي خدمت ۾ عرض رکان ٿو. (مصنف)

بيگم صاحب جن سال ١٩١٩ع ۾ پنهنجي آبائي ڳوٺ سيوهڻ ۾ پيدا ٿيون ۽ ابتدائي تعليم سيوهڻ ۾ ڪري بعد ٽريننگ ڪاليج فار وومين حيدرآباد مان وڌيڪ تعليم پرائي. جنهن بعد سيوهڻ پرائمري اسڪول جون هيڊ مسٽريس ٿيون انهي عهدي تي ١٠ سال ڪم ڪيائون.

١٩٤٤ع ۾ سندن شادي جناب عبدالله صاحب چنا جن سان ٿي.

مرحوم بيگم صاحب جن کي اها آرزو هوندي هئي ته جيڪڏهن ساڻن وقت ساٿ ڏنو ته هوءَ عورتن لاءِ هڪ

رسالو ڪيندا هون ۽ ساڳئي وقت پاڻ ڇپائيو ۽ هڪ رسالو مارئي
نالي ڪڍيائون، جنهن ۾ بيگم صاحبه جن جو علم و ادب
سان گهڻو واسطو رهيو تنهنڪري کين رسالـــي ڪڍڻ ۾
۾ وڏيڪ آساني ٿي. اهو ماهوار رسالو ١٩٦١ ۾ مارشلا جو
شڪار ٿيو ۽ وري ٻاڻ هفتيوار رسالو مارئي ڪڍيو جيڪو
ٻڻ ڪن جي لاپرواهين جو شڪار ٿيون. ان رسالي ڪڍڻ
۾ سائين سنڌ جي عورتن، ليڊين ۽ ٻارن گهڻو ساٿ ڏنو.

بيگم صاحبه جن جو ١٩٥٠ع وٽي اپـوا سان تعلق
رهيو ۽ اپوا جي پريزيڊنٽ جي حيثيت سان لاڙڪاڻي جي
ڳوٺن ۾ اسڪول، اپوا جون برانچون، ليڊيز ڪلب قـائم
ڪرايو. ١٩٧٠ کان وٺي ٻاڻ راڪٽرس ڪلب جون ممبر هيون.

## اڄ جي نياڻي

اڄ جي نياڻي کي مخاطب ٿيندي بيگم صاحبه جن
جو چوڻ هو ته سنڌ جون نياڻيون هر قسم جي فني ٽوڙي
ڪمر ڏئي تعليم حاصل ڪن. جتي ڪين تعليم حاصل ڪرڻ جون
سهولتون نه آهي اتي هو هدر ٻرائين. اڄ ڪلهه جي ترقي
يافته دور ۾ هو ٻهڪي ٻارن ۽ مردن سان ٻاڻهن ٻيلي ٿـي
وقت جي تقاضا کي منهن ڏين جهستائين اسانجي قوم جي
نياڻي ترقي يافته نه آهي تهستائين اسان جـي قوم ترقـي
نـه ڪندي.

## شاه پٽائي

سهڻي سائين پٽائي ٻلاري بابت صاحبه جن فرمايو ته
پٽائي سندن مرشد، رهنما ۽ رهبر آهـي، سندس ڪلام ۾
ڪوبه مقاصلو نه آهـــي اساڻن دور لاءِ هـو انقلابـي شاعر
آهـي. شاه جا نقطا ۽ نصيحتون دنيا جي انسانيت جـــي
واسطي آهن شاه سائين سچي انسانيت سان پيار ڪري ٿو.

مرحوم بيگم صاحبه جن کي هي پٽائي سائين جـــو
بيت وڏيڪ پسند آهي.

ڪانڌ نه لاهيج ڪک، آئون اگهاڙي آهيان<br>
تو جهڙو مون وٽ ڪو نه ڪو. مون جهڙيون تو وٽ لک،<br>
مرهڻ ڪرم مرڪ. آئون اڳي ئي عاجز آهيان<br>
(شاهه)

مرحوم عبدالله چنه صاحب جن سنڌ جي بلند پايه جي جي خاتون، جنهن ليکڪن جي فلاح ۽ بهبود لاءِ سڀ ڪجهه ڪيو، تنهن جي وفات جي ڪري علمي ۽ صحافتي حلقن ۾ هڪ خال الائي ڪڏهن نه ڀرجندو.

شال کين الله تعاليٰ جوار رحمت ۾ جڳهه عطا فرمائي ۽ سندن ٻنهي کي صبر جميل عطا فرمائي.

# جناب سائين محمد اسماعيل منگريو صاحب



مشهور محبوب ۽ محقق استاد جنهن مشهوري قدم قدم تي رهنمائي ڪئي اهڙا هستي جناب محمد اسماعيل منگريو صاحب جن آهن.

منگريو صاحب جن ۱۴ آگسٽ ۱۹۳۸ع ۾ حيدرآباد ۾ پيدا ٿيا، سندن جنم هڪ غريب گهراڻي ۾ ٿيو، ليڪن هوندي ڪان وٺي کين اهي خيال هوندا هئا ته جيڪو انسان ايمانداري، نيڪ نيتي، سچائي سان الله تعاليٰ تي توڪل رکي محنت ڪندو سو آخر ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن پنهنجي منزل مقصود تي ضرور پهچندو هڪ غريب خاندان

جي فرد جي حيثيت سان هن علم جي روشني حاصل ڪرڻ
لاءِ هن جفاڪشي ڪئي ۽ ۱۹۴۶ ۾ ٻمبئي يونيورسٽي مان
مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري پنهنجي راهه ڳولهڻ اڳتي
وڌڻ لاءِ ڪراچيءَ وڃي وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ
سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ ملازمت ڪئي. ۱۹۵۲ ۾ بي- اي ۽
۱۹۵۴ ۾ ايل- ايل-بي پاس ڪرڻ بعد، پاڻ حيدرآباد اچي
جناب احمد محمود (جيڪو ان وقت حيدرآباد جو ٻرڪ،
وڪيل، ليکڪ ويندو هو) وٽ اوائلي تربيت حاصل ڪئي.
۱۹۷۱ کان پاڻ حيدرآباد سنڌ لاڪاليج جي استاد جي حيثيت
سان پنهنجي شاگردن کي فيض ڏيڻ شروع ڪيو.

## سماجي ڪم:

مگرانءِ صاحب جن کي سماجي ورڪر جي حيثيت
سان ساري پاڪستان ۾ هرڪو سڃاڻي ٿو، سندن چوڻ
مطابق ته هر اهڃا قوم جنهن ۾ سماجي فلاح ۽ بهبود جو جزو
کوٽهي سا ڪنهن به صورت ۾ ترقي جي راهه ڳولهڻ گامزن
ٿي نٿي سگهي، مگرانءِ صاحب جي چوڻ مطابق ته سماجي
ڪارڪن هڪ اهو شخص آهي جو هو پنهنجي جان، مال
۽ ساري زندگي ٻين جي آرام ۽ فرحت لاءِ وقف ڪري ٿو
۽ ٻين کي سکيو ۽ آرام لاءِ پنهنجي سک ۽ آرام جو خيال
نٿو ڪري هيمت جاڳائيل سماجي فلاح بهبود جي ادارن سان
سندن وابستگي پڻ رهي آهي.

(۱) پاڪستان پارليمينٽ گروپ ۾ صدر.
(۲) سوشل ويلفيئر ڪوآپريٽو ڪائونسل صدر.
(۳) پاڪستان ڊيولپمينٽ ڪو آپريٽو ڪارپوريشن
نائب صدر.
(۴) ڊسٽرڪٽ سوشل ويلفيئر ڪاميٽي ميمبر.
(۵) هيمشر نارو سرڪار جملي ۾ فيڊان جي فلاح لاءِ هڪ

ڪاميٽي ٺاهي آهي جنهن جا سرڪاري طرح سان مگرٻي صاحب جن ميمبر آهن.

(٢) آل پاڪستان مگرٻي ويلفيئر ايسوسيئيشن جا سوشل ويلفيئر ايڊوائزر آهن.

(٧) ٽريڪ امداد باهمي ۾ جناب محمد اسماعيل مگرٻي کي امداد باهمي ٽريڪ براءِ سنڌ جو ايو ڪري سڏيو ويو ۽ پاڻ اربن ڪوآپريٽو بئنڪ جا چيئرمين، مهراڻ ايگريڪلچرل ڪوآپريٽو ڪريڊٽ سوسائٽي (چيئرمين مهراڻ هائوسنگ ڪوآپريٽو سوسائٽي (وائس چيئرمين مهراڻ آرٽ انڊسٽريل اينڊ هائوس بلڊنگ جو قانوني ممبر ۽ آنريري سيڪريٽري (هي ڪارپوريشن جنهن جي زير نگراني ۾ لال شهباز جي نالي سان حيدرآباد نزديڪ هڪ بستي نالي شهباز ٽائون تعمير ڪئي پئي وڃي.

لب مهراڻ ڪمپني جا مئنيجنگ ڊائريڪٽر ۽ سندس زير نگراني هيٺ لب مهراڻ ڪالوني تعمير ڪرائي پئي وڃي. مگرٻي صاحب جن جو چوڻ آهي ته انسان کي جيڪڏهن روحاني غذا حاصل ڪرڻي آهي ته هو پيرن، فقيرن، بزرگن ۽ اولياءَن جي درگاهن تي وڃي مراقبو ڪري الله تعاليٰ جي جي عبادت ڪري ذهني سڪون حاصل ڪري.

جناب مگرٻو صاحب جن کي سنڌ جي درگاهن جهڙوڪ عبدالله شاهه اصحابي (ٺٽو) عبدالله شاهه بخاري، قلندر شهباز شاهه محمد مڪئي، سخي سرفراز- جي درگاهن تي حاضري ڀريندڙ آهن.

پاڻ سخي عبدالوهاب شاهه جيلاني حيدرآباد جي درگاهه جا محڪمه اوقاف طرفان چيئرمين مقرر ٿيل آهن، الهيءَ درگاهه تي ٽارو مولانا ڪوثر نيازي جي دستار بندي پڻ ڪرائي وئي.

مڱرڻي صاحب جن خواجه غريب نواز، معين الدين چشتي
جا معتقد آهن غريب نواز جي ڏاڍي سان غريب نواز ويلفيئر
فائونڊيشن قائم ڪئي جنهن جا پاڻ صدر آهن، هن فائونڊيشن
تحت هڪ دارالعلوم ٺهرايو پيو وڃي. مڱرڻي صاحب جن
بزرگانه خيالات رکن ٿا اهوئي سبب هو جو حضرت عبدالرحيم
گرهوڙي (مڱرڻي) جي نسل مان آهي،

## شاگرد:

شاگرد کي مخاطب ٿيندي مڱرڻي صاحب جن جو
چوڻ آهي ته اسانجو شاگرد سج جي روشني جهڙي ڪرڻن
وانگر انهنجي علمي قوت سان ساري دنيا ۾ ڦهلجي وڃن
۽ دريا مثل سخاوت ڏيکاري انهنجو، انهنجي ملڪ جو
شان ۽ مان وڌائين. علم ۽ ادب ٻئي لازم ملزوم شيون آهن،
جتي علم آهي اتي ادب لازمي آهي ۽ جنهن شاگرد ۾
ادب نه آهي انهجو علم اجايو آهي.

## شاه پناهي:

مڱرڻي صاحب جو پناهي صاحب بابت چوڻ آهي ته
شاه سائين پنهنجي ڪلام ۾ همٿ، غيرت، معصوميت ۽
توڪل جو سبق ڏنو آهي اهو سبق هن سان ظاهر آهي
جيئن ته شاه سائين فرمايو آهي ته:

الله ڏاهي م ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن
مون سڻين مون نياڻين، پوراڻي ۾ پال ڪيا

مڱرڻي صاحب جن کي شاه سائين جو هي بيت
وڌيڪ پسند آهي.

ڪنهن ڪمان، مٿان ماريندا مون
مون ۾ آهين تون، مٿان لڳندو توکي لڳي

## هاري:

هاري کي مخاطب ٿيندي مڱرڻي صاحب جو چوڻ
آهي ته ملڪ جو هاري هن سرزمين مان سون اپائيندڙ
آهي. انهجو جيترو به قدر ڪجي اوترو گهٽ آهي.
اسانجي ملڪ کي لالا زار بنائڻ لاءِ سخت محنت ۽ جانفشاني
سان محنت ڪرڻ گهرجي.

مگرئي صاحب جي هر وقت اها دعا آهي ته سنڌ
جا ڳوٺ ۽ ٻر ڳهٽ ۽ گهوڙي ميدان ۾ ذڪر الله تعاليٰ جي
ڪرم سان شاد ۽ آباد رهندا جيڪڏهن اسان ۾ اتحاد ۽ وحدت
جو صحيح جذبو هوندو ته اسين ۽ اسانجي پاڪ سر زمين
(پاڪستان) ترقي ڪندو.

# محترم غلام شبير ٽنيو (ماما)



جيڪڏهن ڪنهن محفل ۾ ڪو ذڪر ڇڙيو ته هڪ
نه ٻي ڳالهه ڇڙجي ويندي اها محفل، ادبي هجي يا سماجي
اهو ذڪر محترم غلام شبير ٽنيو صاحب جو هوندو، ٽنيو
صاحب جو جنم ٢٧ سيپٽمبر ١٩٤٧ع ۾ ٻهڻجي آباڻي ڳوٺ
ٿيو ٽنيو تعلقه ڪنڊيارو ضلع نوابشاهه ۾ ٿيا آهو سندن ر-
والد صاحب جو نالو جناب واحد بخش صاحب هو. غلام
شبير صاحب ابتدائي تعليم ٻهڻجي آباڻي ڳوٺ مان مشترڪ
هالواهڻ جي ڊي. سي هاءِ اسڪول مان ٻرائي بي. اي
سچل سرمست آرٽس ڪاليج ايم. اي سنڌ يونيورسٽي
تا جا ٻه سال سنڌ لا ڪاليج مان پاس ڪيا.

واضح رهي ته سنڌ لا ڪاليج جا ٽيئي صاحب جن صدر به رهي چڪا آهن.

پاڻ زندگي ۾ ڪيترائي ڏک ڏٺا آهن، سندس چوڻ آهي ته جڏهن هو سيڪنڊري تعليم وٺندو هو تڏهن هو مزدوري ڪندو هو، ٽغاريون کڻي پنهنجو پيٽ گذر ڪندو هو، مال چاريندو هو، مئٽرڪ کان پوءِ حيدرآباد ۾ آيو ۽ هتي اچي سندس ذات واري هڪ آفيسر وٽ گهر جي نوڪري ڪرڻ لڳو ۽ پڙهڻ لڳو، پهريان استاد مقرر ٿيو ۽ هاڻي ڊائريڪٽر فزيڪل ايجوڪيشن آهي.

سندس چوڻ آهي ته ڪيس اهو مرتبو محنت سان حاصل ٿيو.

## سماجي ڪم:

ڳوٺ جي پنهنجي عوام جي مدد ۽ انهن جي ٽهل ٽڪور. ڪراچي ۾ جڏهن جنرل سيڪريٽري ڪاليج ۾ پنهنجي شاگرد برادري لاءِ هاسٽل وٺي ڏيڻ ۽ اسڪالرون وٺي ڏيڻ.

پاڪستان ڊولپمينٽ گروپ جي جنرل سيڪريٽري جي حيثيت سان غريب ۽ بيمار ماڻهن جي لاءِ ڪم ڪرڻ ۽ لا ڪاليج جي، شاگردن لاءِ پوئر بوائز فنڊ وغيره جمع ڪرڻ ۽ لا ڪاليج جي هاسٽل منظور ڪرائڻ جيڪا اڃا تائين تيار نه آهي.

پاڻ اڃا تائين غريب شاگردن کي فيون ۽ ڪتاب ڏيندا رهن ٿا.

## شاگرد:

شاگرد ٻاڻ کي مخاطب ٿيندي چون ٿا ته شاگرد کي
پنهنجي محنت ۽ قابليت سان اڳتي وڌڻ، پنهنجو سمورو
ڌيان تعليم ۾ ڏين. ڪنهن به تعليم کي ڌيان ڏين اسان جي
عوامي حڪومت جي ڏنل سهولتن مان مڪمل فائدو
حاصل ڪن، ٻاڻ تعليم دوران عملي سياست کان پري رهن،
ڪهڙي تعليم جي جنهن شعبي سان دلچسپي هجي تنهن ۾
هو مهارت حاصل ڪن، اهي (شاگرد) نوجوان ئي آهن جن
جي ڪلهن تي آئينده جو بار اچڻو آهي، وڏن جو
احترام، استاد جو احترام، مائٽن جو احترام مٿن لازم آهي
تنهن کان سواءِ تنظيم به شاگردن لاءِ ضروري آهي.

## شاه ڀٽائي:

شاه جو ڪلام سنڌ جي تاريخ ۽ تمدن کي اجاگر ڪري
ٿو اهو اسان لاءِ آئينو آهي، شاه جي ڪلام ۾ ڳجهه رخ سان
اسان کي پنهنجو خاميون ۽ خوبيون نظر اينديون، شاه جي
ڪلام حب الوطني زندگي ۾ اوچ نيچ جي تميز سکاري ٿو.
دنيا وي تمر گهمرڻ کان پاسي رهڻ جي تلقين ڪري ٿو
شاه جو ڪلام عظيم سرمايو آهي ۽ هي اهو سرمايو آهه
جنهن کي سنڌ قومون ڏسي ۽ وڙهي ڪر موڙي جاڳي
ائين ٿيون.

شاه جي ڪلام کي ٻاڻ همهه عقيدت جي

ساڻ ڏنو اٿس ڇاڪاڻ جو شاھ سائين خود پنهنجي ڪلام ۾ فرمايو آهي ته:-

جي تو پيچ پيالا سي آڻيون آهين
لهو مون لائين پرڏان سعدي يار ڏي
(شاھ)

# مولا بخش "منير" ڪنڀاڙ



مولا بخش ڪنڀاڙ ولد ڪرمداد خان ڪنڀاڙ ۲۱ ڊسمبر ۱۹۴۹ ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ موسيٰ خان ڪنڀاڙ ۾ پيدا ٿيو. جيڪو حيدرآباد شهر کان ۱۲ ميل پري آهي. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺان ۽ مشترڪ نور محمد هاءِ اسڪول مان ۱۹٦۸ ۾ پاس ڪئي بي. اي ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ۽ ايل. ايل. بي سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ڪري رهيو آهي. مولا بخش صاحب جو چوڻ آهي ته اسان جي قوم ڪنڀاڙ تعليم ۾ صفا پوئتي پيل آهي ۽ ڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا شخص اڃا تائين تعليم حاصل ڪري رهيا آهن. هن

صاحب جو چوڻ آهي ته مون پنهنجي تعليم زندگيءَ جي ٽن ڪٺن مرحلن ۾ پوري ڪئي. اهي ڏکيا مرحلا مون کي هميشه ياد آهن ۽ رهندا. جيڪو مون تعليم جو زيور برابر پرايو آهي. انهيءَ تعليم ۾ منهنجي مٺڙي ماءُ صاحبه جو همت ۽ شفقت آهي. سندس دعائن ۽ نصيحتن منهنجي زندگي سنواري آهي جنهن لاءِ آئون چوندس ته جيڪڏهن منهنجي ماءُ زنده نه هجي ها ته اڄ تعليم حاصل ڪري نه سگهان ها. سندس چوڻ هو ته پُٽا ڪڏهن به ڪنهن جي نقصان لاءِ نه سوچج ۽ سدائين پنهنجي محنت، ايمانداري ۽ جفاڪشيءَ سان زندگي گذار". پنهنجي وس آهر جيترو به ٿي سگهي ته ڏکي انسان جي مدد ڪر. مون اهي ڳالهيون هنن سان هنڍايون آهن ۽ انشاءَالله آئون هميشه مٺڙي امڙ جي ڏسيل نصيحتن تي هلندو رهندس. تنهن کانسواءِ منهنجي والد محترم به سندس حياتيءَ ۾ آيل ڪٺنائن کي ڏکين مرحلن جو مقابلو ڪري منهنجي پرورش ۽ پالنا ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏي. تعليم لاءِ منهنجي موٽي ڀاءُ جناب غلام محمد خان ڪنڀار ۽ جناب الهه بخش عرف علڻ خان ڪنڀار مون لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو.

منهنجي زندگي دنيا جي هر هڪ شعبي سان گذري آهي. حالانڪ منهنجي ايتري عمر ڪانهي تڏهن به، هڪ پڪل گهڙي وانگر هن ماحول مان پچي راس ٿي نڪتو آهيان ۽ انهيءَ پچائڻ ۾ منهنجي مشفق استادن، مخلص دوستن ۽ احبابن کي جس هجي جن منهنجي قدم قدم تي رهنمائي ڪئي ۽ دنيا ۾ جيئڻ ۽ رهڻ جو ڍنگ سيکاريو.

**شاگرد:**

منير صاحب جن جو چوڻ آهي ته اسين شاگرد جنهن

جستجو ۽ اڻٿڪيءَ سان تعليمي ادارن ۾ داخل ٿيون ٿا
انهيءَ اڻٿڪيءَ کي ڪي اجهاڻڻ لاءِ اسان کي پنهنجو پورو
تمام تعليم کي پنهنجي ذهن ۾ ويهارڻ لاءِ صرف ڪرڻ
گهرجي. تعليمي ڊگريون پنهنجي جاءِ تي ٺيڪ آهي پر ان
سان گڏ شخصيت جي سڌارڻ لازمي آهي. عزت علم ۾
آهي ۽ علم اسان کي "علم" مان ملندو. اهو علم ئي
اسان کي ترقيءَ جي منزل تي پهچائيندو.

استاد هڪ وڏي هستي آهي جنهن جو احترام
اسان تي لازم آهي. علم جو طالب هميشه علم جي طلب
۽ ڳولا ۾ رهندو آهي ۽ نه وري پنهنجن اڳين ڳالهين ڏانهن
ڌيان هوندو اٿس. جيئن ته انسان جي زندگي تي سماج جو
جو وڏو اثر آهي. انسان جو فرض آهي ته ترقي ڪرڻ
کان پوءِ پنهنجي سماج جي فلاح و بهبود لاءِ اهڙو ڪجهه
ڪري جو ايندڙ نسل سندس ڪمل ڪارنامن تي رشڪ
ڪن. منهنجي اها آرزو آهي ته سڄي عمر علم و ادب جي
خدمت ڪندو رهان ۽ درس و تدريس جي پيشي کي
پنهنجو نصب العين بڻايان.

## شاهه پٺاڻي

پٺاڻي پلاري بابت معمر جو رايو آهي ته اڄ تائين
اسان فقط پٺاڻي صاحب جي ڪلام کي پڙهو آهي. شاهه جي
فڪر، فلسفي، پيغام تي اسان ريسرچ ڪانه ڪئي آهي.

شاهه سائين جو فلسفو عظيم فڪر تي جيڪڏهن
ريسرچ ڪئي وڃي ته هوند اسان کي اهڙو ته ڪجهه ملي
جو اسان جون ۽ اسان جي ايندڙ نسلن جون زندگيون
ٺهي پون.

جنهن لاءِ ڀٽائي صاحب خود فرمايو آهي ته:

سيوا ڪر سمونڊ جي، جتي جر وهي ٿو جال
جي ماڻڪ ملئي مال، آڻ ٻيڙا ڀر تنهن.
(شاهه)

لطف سائين منهنجي والد صاحب جو مرشد آهي، ۽ منهنجو روحاني رهبر آهي.

سندس ڪلام جو آئون ٻانهو آهيان، سندس ڪلام منهنجي سيني ۾ گهر ڪيل آهي، لطيفي لاٽ جو تذڪرو منهنجي من ۾ مثل ۽ سيني ۾ سيتل آهي، منهنجي مرشد ڀٽائي سائين جا بيت ڏاهپ جون لهرون آهن، مون کي شاهه جو رسالو سڄو پسند آهي مگر هي بيت وڌيڪ پسند اٿم چاڪاڻ جو هن بيت ۾ محبت ۽ امن آهي ۽ امن سان عالم قائم آهي محبت سان ئي هي دنيا وجود ۾ آئي.

ولــر ڪهو وڏن – پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
ڏســو ڏسڪــڙن – ماڻهان ميٺ گهٽي.

# جناب ميان بخش "عاجز"
# آرائين صاحب



جناب ميان بخش "عاجز آرائين ولد رئيس احمد علي خان آرائين ۱۰ فيبروري ۱۹۵۲ع ۾ سنڌس آبائي ڳوٺ ڄمات

خان آرائين ۾ تولد ٿيو.

شروعاتي تعليم سندس ڳوٺ ۾ ۽ مئٽرڪ ۱۹۶۹ع ۾ گورنمينٽ پراونشل ماڊل هاءِ اسڪول مٽياري مان ڪئي. ان بعد ۱۹۷۳ع ۾ گورنمينٽ مسلم، سچل سرمست ڪاليج مان بي-اي جي ڊگري حاصل ڪئي. ۽ هن وقت حيدرآباد سنڌ گورنمينٽ لا ڪاليج ۾ ايل-ايل-بي ڪري رهيو آهي.

جناب آرائين صاحب تمام خوش طبع ۽ يار ويس ماڻهو آهي، ڀهراڙي جي غريب ڳوٺاڻن جو خاص همدرد ۽ پالڻهار ڀلي آهي.

هن وقت آرائين صاحب سندس شعرن ۽ افسانن مان ترتيب ڏئي هڪ ڪتاب ”ماڊرن عشق“ لکي رهيو آهي. جو جلد اوهان مهربانن جي نظر ٿيندو.

آرائين صاحب ايل-ايل-بي ڪرڻ بعد ڪيس وڪالت ڪرڻ جو ارادو آهي. ۽ سندس خاص پروگرام، پنهنجي آرائين برادري کي هڪ ڪرڻ ۽ سندس ڀلائي ۽ بهبود لاءِ ڪم ڪرڻ جو ارادو آهي.

## شاگردن کي پيغام:

جناب آرائين صاحب اڄ هڪ جيڏن شاگرد ڀائرن کي صلاح ڏيندو چوي ٿو ته هو پنهنجي پوري طاقت تعليم لي لڳائي اڳتي جوڳو قدم کڻن ۽ سياست کان بلڪل پاسو ڪن.

جيڪڏهن شاگرد ڀلا سياست کان الڳ رهي سگهن ته بهتر
آهي ڪجهن جسي بوڇاري ٽمڙ جهڙي گندي سياست کي
ڇڏي غريبن ۽ مظلومن جا ڏک، درد ونڊي سگهن مدد ڪن.
اهائي سڀ کان بهتر سياست آهي .

# ڪتاب "هوندا سي حيات" بابت هڪ رايو

مسٽر مولا بخش ڪنڀار "عمر" انهن نوجوانن مان آهي جن کي تعليم سان گڏ پنهنجي ملڪ سان خاص محبت آهي، هاڻ هن وقت بہ ايل- ايل- بي ۾ تعليم وٺي رهيا آهن ۽ انهن مشغوليتن مان وقت بچائي نهايت ڪوشش ۽ جانفشاني سان سنڌو ڪان مڏ مددن جون سوالڙيون، انٽرويو ۽ نوٽ هڪ مجموعي ۾ شايع ڪيا آهن، جنهن ڪري هيءُ نہ هن عام ... جي مطالعہ لائق آهي، بلڪ ڪتاب اعليٰ تعليم ۽ تدريس اعليٰ امتحان ڏيندڙ نوجوانن لاءِ سنڌس مطالعہ مفيد معلومات مهيا ڪندو.

اڄ ڪلهہ مهانگائي ايڏي تہ زور آهي جو ڪو ڪتاب ڇپائڻ نهايت مشڪل ڳالهہ آهي ۽ ڪنڀار صاحب کي آفرين آهي جو ايڏي همت ڪئي اٿس.

يقين آهي تہ سنڌ جا اهل علم بہ هن ڪتاب کي تحسين جي نگاهہ سان ڏسندا ۽ قدر ڪندا.

محمد عثمان ڏيپلائي ٢٨ آگسٽ سنہ ١٩٧٤ع

# تعارف مصنف

٣١ ڊسمبر ١٩٤٩ع ۾ جنم پنھنجي آبائي ڳوٺ موسيٰ خان ڪنڀار ۾ ٿيو، ابتدائي تعليم موسيٰ خان ڪنڀار، پوءِ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جي پرائمري اسڪول مان ٥ درجا پاس ڪري نور محمد هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ ڪئي. بي- اي سچل سرمست ڪاليج ايم. اي. سنڌ يونيورسٽي ايل- ايل- بي سنڌ لا ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين ٿيو.

جيئن ته تعليم سان شوق مون کي ننڍي هوندي کان شاعرن جي ڪلامن ۽ سفرن ڪتابن پڙهڻ جو شوق هوندو هو، منهنجي والد صاحب ۽ والده صاحبه جي مون کي هميشه اها نصيحت آهي ته آءٌ ڪنهن سان نه برائي نه ڪر ۽ ڪنهن جي دل نه ڏکاءِ-

تصانيف:

(١) مهر ناءُون (شعرن جو مجموعو) "اڻڇپيل" ... ...
(٢) پوئمس آف ميلو ڊي سانگس "اڻڇپيل" (انگريزي)
(٣) هوا سڀي حيات جلد پهريون "ڇپيل" ... ...
(٤) هوا سڀي حيات جلد ٻيو "اڻڇپيل" ... ...
(٥) ڪردار ذوالفقار "اڻڇپيل" ... ...
(٦) شاهه ڀٽائي بين القوامي شاعر- "اڻڇپيل" (انگريزي)

مون کي هميشه ڀٽائي ٻاري سان محبت رهي آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو مون ناچيز کي جڏهن به ڪنهن ادبي مجلس يا ڪاليج وغيره جي فنڪشن ۾ تقرير ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويندو آهي ته آئون پنهنجي تقرير جي ابتدا به شاهه سائين جي بيت سان ڪندو آهيان ڇاڪاڻ جو سائين جا بيت آيتون آهن جيئن پاڻ فرمايو اٿن ته:

جي تو بيت ڀانئيا سي آيتون آهن،
نيو من لائين - پريان سندي پار ڏي.

[شاهه]

شل الله تعاليٰ اسان کي همٿ عطا فرمائي ته اسين پنهنجي ادب جي خدمت ۽ واڌاري لاءِ ڀاڱ پتو ڏيون آمين—

"منير ڪنڀار"

